وطن دوست انقلابي پارٽي

# چوٿين ڪانگريس

## جي

# سياسي رپورٽ

ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ

تاريخ ۷ جنوري کان ۱۰ جنوري ۱۹۸۸ع

14, to 15th march

# وطن دوست انقلابي پارٽي

# جي

# چوٿين ڪانگريس جي

# سياسي رپورٽ

اوسر پبلڪيشن ڪراچي

چاپو : ـــ ـــ ـــ پهريون ٥

تعداد : ـــ ـــ ـــ ـــ هڪ هزار ٥

ڇپجڻ تاريخ : ـــ ـــ ـــ فيبروري 1988ع ٥

ڇپائيندڙ : ـــ ـــ ـــ ـــ شهمير سمون ٥





مُلهه ڇهه رپيا

آونسر پبليڪيشن ڪراچي

## سوشلزم ۽ عالمي امن:-

ٽين رو وقت ٿيندو جو گورباچوف ۽ ريگن وچولي درجي جي ميزائلن جي خاتمي ڪرڻ جي معاهدي تي صحيحون ڪيون آهن هن معاهدي سان ائٽمي هٿيارن جو رڳو چارسيڪڙو گهٽجندو، پر انهيءَ ڳالهه ايترو اهم ناهي. جيڪا ڳالهه وڌيڪ اهم آهي اها هيءَ ته ائٽمي هٿيارن جي خاتمي ڏانهن انسانيت پهريون وک وڌائي آهي عالمي سوشلسٽ نظام سوويت يونين جي اڳواڻيءَ ۾ طاقت جي توازن ۾ برابري پيدا ڪري عالمي سامراج خاص ڪري آمريڪا تي واضح ڪيو ته ائٽمي لڙائي کٽي نٿي سگهجي. سامراجي جنگ بازن جي ائٽمي هٿيارن جي ڊوڙ جي پٺيان ۾ سوچيون ڪم پيون ڪن ته ائٽمي لڙائي کٽي سگهجي ٿي، ۽ ٻيو ته فوجي خرچ وڌائي سوويت يونين جي معيشت جو ڀٽ جو سڌو ويهي وڃي، پر سوويت يونين ائٽمي هٿيارن ۾ جيڪو توازن پيدا ڪيو هو تنهن کي بگترن ته ڏنو ۽ سامراجي جنگ بازن تي ثابت ڪيو ته ائٽمي لڙائي کٽي نٿي سگهجي البته ائٽمي لڙائي باهمي ۽ يقيني تباهي وارو چانئپٽو (MAD) ضرور آهي. ٻيو ته سوشلسٽ معيشت ته ڪانه ڌرنهه برداشت ٿي، پر سرمائيدارانه معيشت گهوٽالن جي پٺيان، گهوٽالن جو شڪار ٿيندي رهي، هر پوئين گهوٽالو پهرين کان وڌيڪ گهرو ۽ شديد هو، جنهن جو تازو مثال سڌي جي زوال Market Crash جي صورت-

What a stupid parallel

۾ اسان جي آڏو آيو جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته 1932ع
کان پوءِ سرمائيدار معيشت ۾ وڏي ۾ وڏو بحران آهي.

تاريخ جي عمل ۾ ظاهري مشابهتن جي ڪا خاص اهميت ڪانه هوندي آهي ڇاڪاڻ ته تاريخي عمل انتها وڌيڪ گهرو هوندو آهي، جيترو ظاهري محسوس ٿيندو آهي. 1929 واري بحران جو حل سامراجين ائين ڳوليو ڪڍيو ته انهن وڏي جنگي تياريون شروع ڪري ڏنيون، اسپيني گهرو لڙائيءَ ۾ ريپبلڪن سان غداري ڪئي ته جيئن فرانڪو فتحمند ٿئي، نازي جارحيت کي روڪڻ جي ڪوشش نه ڪئي ان کي ميونخ معاهدي سان خوش ڪري، نازي جارحيت جي رخ کي سوويت يونين جي خلاف موڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر 1987 ۾ ريگن جنگ بازي جي باوجود ان ڳالهه تي مجبور ٿيو ته ائٽمي هٿيار گهٽائڻ جي معاهدي تي صحيح ڪري

عالمي سوشلزم جنهن جي تاريخي مشن آهي عالمي امن، انسانيت جي ترقي، خوشحالي ۽ آزادي، تنهن جو مقصد هٿيارن جي دوڙ ۾ اڳ ڪڍڻ نه هئي. عالمي سوشلزم جو مقصد آهي رڳو طاقت جي توازن کي برقرار رکڻ ته جيئن سامراجي جنگ بازي کي روڪي سگهجي. جڏهن آمريڪا جي جنگ بازن کي اهو محسوس ٿيو ته ائٽمي لڙائي کٽي نه ٿي سگهجي پر خود روايتي ۽ ائٽمي هٿيارن ۾ جيڪا فوجي طاقت ۾ برابري strategic parity قائم ٿي وئي آهي

? Just opposite the elimination of war on the earth

What about the effect of Perestroika on international climate for peace?

تنهن کي هاڻي ٻڌائڻ نٿو سگهجي. پيو ته هٿيارن جي
ڊوڙ ۾ سوشلسٽ معيشت کي تباهه ڪري نٿو سگهجي
(2) پر سرمائيداراڻي معيشت جو ڀڳو ٻيڙو ضرور ٿي سگهي
ٿو. تنهن ڪري انهن لاءِ رستا محدود هئا. هڪ ته لڙائي
لاءِ تياري ڪن. اهڙي لڙائي جنهن ۾ نه ڪير فاتح
هوندو نه وري ڪير مفتوح. ڌرتي برفاني سردي
(Nuclear Winter) ۾ تباهي هوندي، هن حالت کي
سامراجي قبول ڪري نه پيا سگهن، پيو ته سڄي دنيا ۾
خاص ڪري يورپ طور ترقي يافته ملڪن ۾ امن تحريڪ
ايتري ته زور ورتي آهي جو سامراجي جنگ باز
انکي نظرانداز ڪري نٿا سگهن، سائنسدان، ڊاڪٽر
اديب، فنڪار، محقق، مزدور ۽ دانشور امن تحريڪ ۾ آڳي
آهن. ۽ آخر ۾ برزنيف جي جوش کي جيڪڏهن
نظر ۾ رکي ڪري رکون ته "عالمي سوشلزم ۽ عالمي امن
تحريڪ جنگ باز سامراجين جي گرم دماغن کي
ٿڌو ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿيون" ته اهو تاريخي
طور تي وڏو هڪ معجزو ٿيندو، تنهن ڪري سامراجين
لاءِ ٻه ضروري ٿي پيو ته اهي هٿيارن گهٽائڻ واري
معاهدي تي صحيح ڪن.
(3) پيو ته سامراجين جي اها
غلط فهمي دور ٿي وئي ته اهي سوويت يونين جي
معيشت تي هٿيارن جو بار وجهي ان جي چيلهه ڀڃي
وجهندا. هٿيارن جي پيداوار سان پيداواري --

Poor Sindh! always ~~taken~~ taking changed cartridge.

قوتن جي واڌ ۽ ترقي نٿي ٿئي، مرڳو پيداواري قوتن
جوڏيان ٿو ٿئي، ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ پيداواري قوتن
جي واڌ ۽ ترقي لاءِ ٿي اسان انقلابي جنگ بازي
۽ هٿيارن جي ڊوڙ جي مخالفت ڪندا آهيون. هٿيار
گھٽائڻ ۽ انهن کي ناس ڪرڻ ۽ عالمي امن قائم
ڪرڻ کي ضروري سمجھندا آهيون، پر سامراجيا
طرفان هٿيارن جي ڊوڙ سان سوشلسٽ معيشت جي
ڪمزور ٿي پوندي اهو تجربو سامراجين بہ ڪري ڏٺو.
عالمي سرمائيداري جي ڪمزور ٿي پئي ۽ عالمي سوشلزم
جي ڪمزور ٿي. اڪٽوبر جي منڊي زوال Market crash
سامراجين تي واضح ڪري ڇڏيو تہ سوشلسٽ معيشت
سرمائيدارانہ معيشت جي مقابلي ۾ ڪيترو مضبوط
آهي. ٽين عالمي لڙائي (جنهن جو نتيجو مڪمل تباهي
جي صورت ۾ نڪرندو) سرمائيدارانہ معيشت ان جو
ڌڪ نہ جهلي سگهندي، پر اهات ايران خلاف لڙائي
جو بار برداشت نہ ٿي ڪري سگهي، جيڪا پنهنجي
شدت ۾ (وسعت) تمام گهٽ محدود آهي.

سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ترقي، مواصلات
۽ اطلاعات جي بهتري دنيا کي سوڙهو ڪري ڇڏيو
آهي ۽ انسان ذات کي ويجهو ڪري ڇڏيو آهي.
هاڻي اهو سڄي انسانذات لاءِ سوال آهي تہ اسان
ڌرتي کي اٿمي خطري کان پاڪ، امن ۽ سلامتي (خوشحالي) جو
گهر ڪئين ٿي بڻايون يا هن ڌرتي تي ڀيا ڪيترائي

ناگا ساڪي ۽ هيروشيما ڏسڻ پسند ڪندي، اسان امن، سلامتي ۽ خوشحالي چاهيون ٿا. اسان جنگ نٿا چاهيون، اسان جنگ جي خاتمي لاءِ امن، سلامتي ۽ خوشحالي جي قوتن کي وڏيڪ سگهارو ڪرڻ گهرون ٿا. قومي آزادي ۽ سماجي انقلاب جي حقيقي مراد به اها هوندي آهي ته اسان پنهنجي قوم ۽ وطن منجهان ظالمن ۽ ٻرن-مارن جو خاتمو ڪري امن، آزادي ۽ ترقي جا جهنڊا بلند ڪيون.

عالمي سوشلسٽ نظام هڪ نئين تاريخي دور ۾ داخل ٿي رهيو آهي، سوويت يونين ۽ ٻين سوشلسٽ ملڪن سماجي پيداوار ۾ سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جو استعمال وڌي رهيو آهي جنهن ڪري پيداواري قوتون ترقي جو سڪ ڏاڪو ٿي چڙهي وينديون. پيداوار جي رٿابندي، انتظام ۽ رياست ۾ پورهيت عوام کي وڌيڪ شريڪ ڪيو پيو وڃي. حڪومت ۽ رياست جي معاملن ۾ عوام جي راءِ، فيصلي ۽ شرڪت کي وڌيڪ بامعنيٰ ۽ موثر ڪيو پيو وڃي. شهري ۽ جمهوري آزادين کي وڌيڪ مستحڪم ڪيو ويو آهي. آزاد خفيه بلٽ سان هر سطح تي چونڊون ٿي رهيون آهن. چونڊن ۾ هڪ سان وڌيڪ اميدوارن کي بيهڻ جو حق ڏنو ويو آهي. اڄ هر اول جي حيثيت ۾ پارٽي سوويت سماج جي ترجمان هوندي هئي - جرف - آخر پارٽي جو هوند وهو پارٽي سوويت عوام جي نالي ۾ حڪومت ڪندي هئي. حڪومت ۽ پارٽي جي ڳنڍجڻ سان اهڙي ڪامورا شاهي وجود



Good for any public speech

...n of glasnost & democratisation ... the source of bourgeois democratic ...

۾ اَئي جيڪا تن آسان، ڪم چور ۽ قدامت پسند هئي.
نين تبديلين سان رياست ۽ پارٽي جي مخالفن کي
هڪ پئي سان انگ ڪيو ويو آهي؟ عوام کي رياستي معاملن
۾ وڌ ۾ وڌ شريڪ ڪري قدامت پسند ڪامورڪي -
ذهنيت کي ڌڪ هنيو ويو آهي. پارٽي عوام جي تعليم
تربيت لاءِ ۽ رهنمائي لاءِ وڌيڪ آزاد ٿي وئي آهي.
مطلب ته اڄ جي سوويت سماج ۾ هر سطح تي انفرادي
پيش قدمي کي سوشلسٽ اجتماعيت سان جوڙيو پيو وڃي.
عبوري دور جا پنهنجا مسئلا هوندا آهن. پنهنجون
پيچيدگيون هونديون آهن، نئين مشنري کي سمجهڻ،
ان لاءِ گهربل ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ پوءِ ان کي هلائڻ
لاءِ هڪ خاص وقت جي ضرورت پوي ٿي، اهڙيءَ طرح
سان پراڻين سوچن، آئين عادتن ۽ ڪم جي ڍنگ ۾ طريقي
۾ تبديلي پيدا ڪري نئون ڍنگ اختيار ڪرڻ لاءِ به وقت
جي ضرورت پوي ٿي. ان عرصي دوران جيئن قرآن ۾ چيل آهي
"ايمان خوف ۽ اميد جي وچ ۾ ٿي بيٺل آهي". اسان به اهڙي
ڪيفيت مان گذرندا آهيون. ٿوري به ناڪامي اسان کي
خوف ڏانهن وڌيڪ ۽ ٿوري به ڪاميابي اسان کي اميد
ڏانهن وڌيڪ وٺي ويندي، پر اسين جيڪي تاريخ
جي عمل کي سمجهندا آهن، جيڪي تاريخ جي سيني ۾
مسائل نين تبديلين کي محسوس ڪري وٺندا آهن
تن کي خبر هوندي آهي ته رنڊڪن جي باوجود به
سفر اڳتي جاري رهندو. اڄ جي هن نئين حالتن مطابق

Non Sense talking about whom?

انسان پنهنجي طبيعت ۾ ڪم ڪرڻ جي ڍنگ ۾ تبديلي پيدا
ڪري وٺندا ۽ ان جو مطلب اهو ٿيندو ته پيداواري
قوتن ۽ پيداواري تعلقات ۾ مطابقت پيدا ٿي وئي آهي
جڏهن اهو ٿيندو ته بي يقيني واري ڪيفيت ختم ٿي ويندي
سوويت معاشرو ترقي جون نيون منزلون طئي ڪري-
ويندو، عالمي تاريخ ۾ سوشلزم وڌيڪ سگهارو
ڪردار ادا ڪري سگهندو.

سوويت يونين سان گڏ اوڀر يورپ جي
سوشلسٽ ملڪن ۾ پڻ هي تبديليون اچي رهيون آهن
مثال طور هنگري، البانيا ۽ چين ۾ به اچي رهيون آهن
سوشلسٽ ملڪن ۾ اڳ جيڪا ڪشيدگي هئي سا هوچي منه
جي آخري وصيت مطابق گهٽجي رهي آهي. نڪاراگوا-
افغانستان، انگولا ۽ ڪمبوڊيا خلاف سامراجي ٺيڪيدارن
هلندڙ انقلاب دشمن جي سازش ۽ تخريبڪاري کي ڪاميابي
سان روڪيو ويو آهي. ڪمبوڊيا مان ويٽنامي فوجون واپس
اچي رهيون آهن، ۽ پيرس ۾ پرنس نوروڊوم سهانوڪ سان
ڪمبوڊيا حڪومت جون ڳالهيون ٿيون آهن، افغان حڪومت
قومي مصالحت جي فارمولا تي عمل ڪري رهي آهي سوويت
يونين ٻارنهن مهينن ۾ پنهنجون فوجون واپس ڪرڻ
جي پيشڪش ڪئي آهي توڙي جو ويٽنام جي لڙائي کان
پوءِ افغان انقلاب دشمن جي امداد آمريڪي، سي
آئي اي جي وڏي ۾ وڏي تخريبڪاري جي ۽ مداخلت
جي مهم آهي تڏهن به پنج لک فوج ۽ پيا



Daily News Commentary of P. Kocian

ليڪن هاري جن کي زمين ملي آهي ۽ مزدور جيڪي انقلاب جو هراول آهن انقلاب جو بچاءُ ڪرڻ جي اهليت رکن ٿا. سامراج نواز رجعت پسند اهو تاثر ٿا ڏين ته حڪومت جي ڪردار کي تبديل ڪيو ويندو ۽ اهڙي طرح سان انقلابي حاصلاتون ختم ٿي وينديون تاريخ جو ڦيٿو پوئتي ڦري ويندو. قومي مصالحت جي مراد اسا آهي ته جيڪي انقلاب جي تعمير ۾ حصو وٺڻ گهرن تن کي موقعو ڏنو وڃي، ٻين کي الڳ ڪيو وڃي اهڙي طرح سان انقلاب جي بنياد کي وسيع ۽ پختو ڪيو وڃي. افغانستان جي پسماندگي ۾ برپا ٿيل انقلاب ۽ انقلاب جي پهرين مرحلن ۾ سخت گير مهم پسندانه پاليسين ۽ بي پناهه ٻاهرين مداخلت انقلابي عبور جي مرحلي کي ڏکيو ۽ اذيت ناڪ بڻايو آهي. انقلاب جي بنيادن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ اهي اڏاوتون قبول ڪيون وينديون.

ٻيران جو اهو مطلب ناهي ته سوويت يونين افغان انقلاب کي سامراجي يلغار جي وچ ۾ ڇڏي هلي ويندي ياوري هيئن ته هيڏانهن سوويت يونين جون فوجون افغانستان مان واپس ٿيون ته هوڏانهن انقلاب دشمن قوتون قابل ٿي قبضو ڪري وينديون ـــــ

ليکن چيو ته جيڪو انقلاب پاڻ کي بچاءُ نٿو سگهي تنهن کي انقلاب چوائڻ جو ڪوبه حق ڪونهي ان ڳالهه جو گهڻو امڪان آهي ته سوويت يونين جي فوجن جي واپسي جي ڪري، انقلاب دشمن قوتن جا حوصلا وڌي وين، اهي وڌ ۾ وڌ تخريبڪاري جون ڪارروايون

۽ ڪن پر سامراجي حمايت ۽ امداد جي ختم ٿيڻ سان ۽ اندرون ملڪ پارٽي جي مضبوطي ۽ بنيادي سياسي ۽ معاشي اصلاحات سان انقلاب پاڻ کي انقلاب دشمن جي سرگرمين کان بچائي ويندو.

نڪاراگوا ۾ ڪنترا باغين جي تخريبڪاري جي باوجود جيترو جمهوري ماحول آهي اهو ڪنهن به سرمائيدار ملڪ ۾ به ڪونهي. رجعت پسند پارٽين کي به ڪم ڪرڻ جي اجازت آهي. جن کي پنهنجون صلا آفيسون آهن اهي جلسا جلوس ڪنديون آهن حڪومت تي کليل تنقيد به ڪنديون آهن، انهن جلسن جلوسن جي اخبار ۾ اشاعت به ٿيندي آهي، انهن پارٽين ۽ سرمائيدارن جون انفرادي اخبارون آهن، رسالا آهن، خانگي ريڊيو اسٽيشنون آهن جن جي وسيلي اهي حڪومت جي پاليسين تي تنقيد ڪنديون آهن ٽو پارٽيون ۽ ڇهه ٽريڊ يونينون آهن.

خانگي شعبي ۾ اڃا تائين سرمائيڪاري وڏيڪ آهي، ماڻهن جو معيار زندگي بهتر بڻائڻ لاءِ تعليم ۽ صحت جو جوڳو بندوبست ڪيو ويو آهي. اهو سڀ ڪجهه ڪنترا باغين جي تخريبڪاري جي باوجود به ڪيو ويو جي ٿو، جيڪي هونڊراس کان آمريڪا جي سرپرستي ۾ تخريبڪاري ڪري رهيا آهن.

سينڊنسٽ حڪومت نڪاراگوا اندرون ملڪ سماج جي وسيع ترحمن کي انقلاب جي طرف ڪري ورتو آهي پر علائقي ۾ پڻ ان جي حمايت تمام گهٽي آهي.

ڪنٽرا دورا امن منصوبي کي ريگن انتظاميه قبول نه ڪيو جنهن ڪري آمريڪا قومن جي عالمي برادري ۾ خوار ٿي جنهن ڪري هاڻي ايرياس امن منصوبو قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهي، پر ايرياس کي ان منصوبي تي نوبل انعام مليو آهي جيڪو ظاهر ٿو ڪري ته ريگن انتظاميه عالمي برادري ۾ ڪيترو ذليل ۽ خوار ٿي آهي ۽ سينڊنسٽ حڪومت جي ڪيتري حمايت وڌي رهي آهي.

ڏکڻ آفريڪا آمريڪا ۽ نيٽو ملڪن جي مدد سان انگولا جي علائقي ۾ اندر ٿي وڃي قتل عام ٿي ڪري ۽ معاشي تخريبڪاري ڪري ٿي. يو نيٽا جي به مدد ڪري رهي آهي. گذريل تيرهن سالن جي مداخلت ۽ پڇ ڊاهه جي ڪاروائين جي باوجود انگولا جو انقلاب مستحڪم ٿي رهيو آهي. افغانستان جي انقلاب خلاف پاڪستان منجهان تخريبڪاري ٿي رهي آهي ته ساڳي وقت افغانستان کي سويت يونين جي تکڙي مدد ملي وڃي ٿي. سويت يونين پاڪستان ۾ وري ڪا پيٽ ڪرڻ چريا ٿيو ٿيندي، پر انگولا جي صورت ۾ ڏکڻ آفريڪا پنهنجن سين پاڙيسري ملڪن جي گڏيل طاقت کان به وڌيڪ مضبوط آهي. تو جيءَ معاشي بنهي لحاظن کان ڏکڻ آفريڪا انگولا ۾ اهڙي ڪري مداخلت ڪري رهي آهي ته جيئن انقلاب کي ناڪام ڪيو وڃي. نيميبيا جي جدوجهد آزادي کي ڪچليو وڃي، ۽ ڏکڻ آفريڪا جي اي. اين. سي کي ڪچلي نسلي علحدگي تي سختي سان،

عمل ڪيو ويو.

لينن جي ڪري پورهيت، سرمائيدار ۽ جاگيردار جڏهن پنهنجي رعايتن کان محروم ٿيندا آهن ته اهي وڏي يڪ جهٽي ڪري بيٺا آهن. انهن جي مخالفت ۽ مزاحمت جي طاقت ڪيترائي دفعا وڌي ويندي آهي.

اڪتوبر انقلاب کان هن وقت تائين سڄي دنيا جو تجربو اهو آهي ته جڏهن به جتي به مظلوم طبقا ظالم طبقن جي اقتدار جو خاتمو ڪري پنهنجو اقتدار قائم ڪندا آهن، ان ملڪ جا سڀئي رجعت پسند پنهنجا ويڇا وساري هڪ ٿي ويندا آهن. سڄي دنيا جا سامراجي ۽ رجعت پسند بگهڙن وانگر رڙيون ڪندا ان انقلاب کي چيرڻ ڦاڙڻ لاءِ اچي گڏ ٿيندا آهن، پر هاڻي وقت تي عالمي انقلاب جون قوتون به مضبوط ٿيون آهن. اڳ به اهو امڪان آهي ته فرانس ۽ چاڊ وانگر هين هندن تي به فوجون موڪلي، برطانيه فاڪلينڊ وانگر هين هندن تي به چڙهائي ڪري، آمريڪا گرنيڊا تي حملو ڪري، لبنان، لبيا ۽ ايران تي حملو ڪري. نيٽو جا ملڪ ملي ڪري ايراني نار ۾ پنهنجون بحري فوجون موڪلين. آمريڪا-اسرائيل کي عربن ۽ فلسطينن تي حملي لاءِ اڪسائي، ڏکڻ آفريڪا طرفان زمبيوي، لسوٿو، موزمبيق ۽ انگولا تي حملو ڪرائي – پر اهو تاريخ جي واڌ جو حقيقي رخ ناهي. عالمي تاريخ جو مڪمل ۽ حقيقي رخ اهو آهي ته سامراج پنهنجون پاهريون چوڪيون –

(OUT POSTS) وڃي ٿي رهيو آهي ۽ سامراجي ڪئمپ ۾ تضاد وڌي رهيا آهن.

## سامراجي ڪئمپ:-

سامراجي ڪئمپ جي لنڊ سردار آمريڪا ۾ اهو نعرو ڏنو ويو هو ته "جنگي صنعت معرفت خوشحالي" آمريڪا جي صنعت جو چاليهه سيڪڙو جنگي صنعت آهي، جنهن جو دائرو آمريڪا کان ٻاهر سڄي دنيا ۾ ڦهليل آهي. جنگي صنعت لاءِ گهربل خام مال ٺاهڻ وٽي وڪري تائين ڪيتريون ئي اهڙيون ٿيون جيڪي ڀريائين غير فوجي هيون تن کي به فوجي صنعت ۾ شامل ڪيو ويو آهي اهڙي طرح سان جنگي صنعت جو دائرو وسيع ٿيندو رهي ٿو. هن وقت آمريڪا جي اندر 35 هزار اهڙا اوڏا ٺيڪيدار آهن جن کي فوجي صنعت جا ڪجهي مال لاءِ يا تيار مال جي وڪري لاءِ ٺيڪا ملن ٿا. اهي وري ٻين ننڍن ٺيڪيدارن سان ڏيتي ليتي ڪن ٿا. فوجي جنرل ۽ صنعتڪار باهمي سهڪار سان هن صنعت کي هلائن ٿا. جنگي صنعت جو ڦهلاءُ ايترو ته وڌيو آهي جو بيڪري ۽ پولٽري جو ڪاروبار به جنگي صنعت MILLITARY INDUSTRIAL COMPLEX جي دائري ۾ اچي ويو آهي.

جنگي صنعت آمريڪا جي خارجا پاليسي تي وڏيڪ اثرائتي نموني سان اثرانداز ٿي رهي آهي. اها حڪومت کي مجبور ٿي ڪري ته آمريڪا اهڙي پرڏيهي

پاليسي جوڙي جنهن سان آمريڪا جي جنگي صنعت ترقي ڪندي رهي. خلائي جنگي ميدان ٺاهڻ، ائٽمي هٿيارن جي ڊوڙ وڌائڻ، سڄي دنيا ۾ ڪشيدگي جو ماحول پيدا ڪرڻ، انقلابي ۽ جمهوري حڪومتن خلاف تخريبڪاري ڪرڻ وارين قوتن جي حوصلا افزائي ڪرڻ، هن صنعت جي اثر جي ڪري ئي رهيو آهي.

پرجيئن ئي جنگي صنعت جو بار کڻي آمريڪا ترقي (خارجيت) جي شاهراهه تي هلڻ گهريو ته آمريڪي - معيشت جي چيلهه ڇپي ئي پئي. خلائي لڙائي جي - پروگرام STAR WAR PROGRAM ۽ ايراني نار ۾ مداخلت گذريل آڪٽوبر ۾ سرمائيدارانه منڊي ۾ جيڪو گهوٽالو پيدا ڪيو تنهن جو فوري نتيجو اهو نڪتو جو آمريڪا ۾ 12 هزار ڪمپنين جو ڏيوالو نڪري ويو. آمريڪا ۾ 35 لک ماڻهو بيروزگار آهن ۽ 22 لک ماڻهو بک جو شڪار آهن. جن ۾ وڏي اڪثريت ڪارن جي آهي پوءِ ريڊ انڊين ۽ پوءِ گورن جي..

، هن کي سرمائيدارانه معيشت جي حساب سان چوندا آهن ابنار ۾ افلاس-POVERTY ـ IN PLENTY) هڪ طرف آمريڪي هڪ هيئون اربن ڊالرن جو نفعو ڪمائن ٿا ٻئي طرف ان ئي آمريڪا ۾ 22 لک ماڻهن کي ايترو به نٿو ملي جو پيٽ ڀري - کائي سگهن. آمريڪا جي بجيٽ جو خسارو هر سال وڌندو وڃي رهيو. ڊالر جو مُلهه ڪرندو وڃي رهيو.

عالمي منڊي توڙي آمريڪا جي اندر جپان ۽ يورپي
ملڪن جو وڪرو وڌيو آهي جنهن ڪري آمريڪا جي
اندر صنعتڪاري جي عمل کي نقصان رسيو آهي، يعني
آمريڪا جي اندر نئين صنعتن لڳڻ جو عمل گهٽيو آهي.

عالمي معيشت ۾ آمريڪي معيشت جو ڀرم
کليو آهي. جرمني ۽ جپان جنهن وقت چاهين ته ڊالر
جي ملهه کي ڪيرائي ٿا سگهن. جرمني ۽ جپان ته
هاڻي اهڙا گهر ٿا ڪن ته ڊالر هاڻي عالمي سڪي جون
ضرورتون پوريون ڪري نٿو سگهي. دنيا جي ٻارهن
وڏين بئنڪن مان اٺ جيڪي آمريڪا جون هونديون
هيون هاڻي اهي ڳوٺتي وڃي بچيون آهن، ست
بئنڪون جاپاني آهن. ڪچي مال ۽ منڊي جي تلاش
۾ سامراجي ملڪ هنن ۾ مقابلي بازي جيڪا پوءِ
ٿئي وڌيڪ تيز ٿيندي وڃي. هن شديد مقابلي
بازيءَ کي ملڪ حد اندر رکڻ خاطر، ٽين دنيا جي
ملڪن جي گڏيل استعمال خاطر ۽ عالمي ملڪ هنن
۾ آمريڪا جي بالادستي قائم رکڻ خاطر دنيا
جي ستن وڏن ۽ وڌ ترقي يافته/صنعتي ملڪن تي مشتمل
G-7 ٺاهيو ويو آهي. جنهن ۾ آمريڪا، ڪئناڊا،
برطانيه، فرانس، اٽلي، جرمني ۽ جپان آهن.

آمريڪا ٻين جي ملڪن ۽ جپان تي دٻاءُ
وجهي رهي آهي ته اهي فوجي خرچ کي وڌائين،
خاص ڪري جرمني ۽ جپان ۾ عسڪريت پسندي ۽ انتقام-

ڦرلٽ ۾ مقامي دلين ۽ دلال جو ڪم ڪن ٿيون ته ساڳئي وقت علائقي ۾ سامراجي سازش، تخريبڪاري ۽ مداخلت لاءِ چور دروازي جو ڪم به ڪن ٿيون.

سامراجي جديد نوآبادياتي نظام جي معاشي ۽ سياسي تسلط خلاف سامراجي بليڪ ميل ڌمڪين ۽ طاقت جي استعمال جي خلاف، هي ملڪ اجتماعي ۽ انفرادي سطح تي ۽ معاشي گروهه بندين Economic Association شامي سياسي پليٽ فارم پيدا ڪري، عالمي، علائقائي ۽ انفرادي طرح سامراجي تسلط خلاف نئين عالمي معاشي نظام لاءِ ۽ قومن جي آزادي ۽ خود مختياري لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن. هي ملڪ چاهين ٿا ته اهڙو عالمي معاشي نظام قائم ڪيو وڃي جنهن ۾ اهڙين نه هجي ته دولت ۽ خوشحالي هڪ طرف ڍڳرهندي وڃي، مفلسي ۽ بدحالي ٻئي طرف، سامراجي ملڪ پنهنجين هڪ هٿين جو هر لحاظ کان تحفظ ڪن ٿا، پر ٽين دنيا جاءِ غريب ملڪن کي اهو به حق ڪونهي ته اهي پنهنجي ڪچي مال جي قيمت پاڻ طئي ڪري سگهن.

one aspect

ٽين دنيا جا ملڪ اقوام متحده سان گڏ ٻين عالمي ۽ علائقائي معاشي گروهه بندين سان پنهنجي معاشي مفادن جو تحفظ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳل آهن، ٽين دنيا جا ملڪ عالمي تجارت ۾ پنهنجي لاءِ بهتر شرط طئي ڪرائڻ لاءِ پنهنجي ڪچي مال جي بچاءُ لاءِ ۽ سامراج جي محتاجي کي گهٽائڻ لاءِ علائقائي

Socialist oriented countries
- Capitalist oriented Countries

National liberation movement — Two phases 1. bourgeois democratic 2. National Democratic

حڪومتون قائم ڪرائي ٿي. اسامراج جي سرپرستيءَ ۾ قائم ٿيل هي حڪومتون نہ رڳو پنهنجن مظلوم طبقن جو، استعمال ڪرڻ ۾ سامراج جي مدد ڪن ٿيون پر پر پاسي ۾ سامراج مخالف حڪومتن خلاف تخريبي ڪارروايون جو، اڏو بڻجن ٿيون تہ ساڳي وقت وري ٽين دنيا جي ملڪن جي سامراج خلاف جد وجهد ڪي اندران ئي اندران ڪمزور بہ ڪن ٿيون.

## قومي آزادي جي تحريڪ ۽ جمهوري تحريڪ

ٽين دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ سامراج نواز فوجي آمريتن ۽ رجعت پسند / حڪومتن خلاف قومي آزادي ۽ عوام جي اقتدار جي جد وجهد تيز ٿي آهي. ايشيا آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي ملڪن ۾، جد وجهد هر ملڪ جي مخصوص حالتن مطابق سواءِ هڪ براعظمي مزاج يا رجحان سان CONTINENTAL TREND بہ رکي ٿي. هن براعظمي رخ يا رجحان CONTINENTAL TREND جو مدار آهي، سماج جي ترقي جي سطح تي ۽ طبقاتي قوتن جي جوڙ بندي تي، نوآباديائي ورثي ۽ سامراجي اثر رسوخ. يورپي نوآباديائي طاقتن جڏهن ايشيائي علائقا پنهنجي هٿ ڪيا تہ ان وقت هتي اڪثر هنڌن تي جاگيرداريت هئي. يورپين انهن مان ڪي خارج تعلقات ڪي نہ رڳو قائم رکيو پر ان جي نئين سر سان جوڙجڪ بہ ڪئي، جڏهن يورپي نوآبادياتي قوتون هتان ويون تہ اهي هيٺين سطح جي سرمائيداري ۽ ...



Categorisation of Third World

بنيادن تي معاشي ۽ تجارتي ٻاڻنڌا پا قائم ڪري رهيا آهن جهڙوڪ (اقوام متحده جي تجارت ۽ ترقي جي ڪانفرنس) جنهن جون ٽي ڪانفرنسون ٿي چڪيون آهن.

77 G جنهن ۾ هاڻي هڪ سؤ کان به وڌيڪ ملڪ آهن، جيڪا تيل جا اگهه پاڻ ٿي مقرر ڪري. سارڪ ۽ OPEC – ASEAN وغيره. (ڏکڻ اوڀر ايشيائي قومن جوادارو (ASEAN= ASSOCIATION OF SOUTH EASTASIAN – NATIONS) . . . . . . . . . . . . . . . . .

اهڙي طرح سان ٽين دنيا جا ملڪ سياسي ميدان ۾ ڪيترن ئي عالمي ۽ علائقائي پليٽ فارمن تان پنهنجي آزادي ۽ قومي خود مختياري جو بچاءُ ڪري رهيا آهن، هي ادارا ٽين دنيا جي ملڪن جي باهمي اختلافن کي ڳالهه ٻولهه ذريعي نبيرڻ جي ڪم اچن ٿا. جهڙوڪ اقوام متحده- غير جانبدار تحريڪ، آفريڪي اتحاد جو ادارو، عرب ليگ، اسلامي ملڪن جي تنظيم وغيره.

توڙي جو ٽين دنيا جا ملڪ پنهنجي علائقائي سلامتي، معاشي خوشحالي ۽ سياسي آزادي کي بامعنيٰ بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن. تڏهن به منزل مشڪلاتن کان خالي ڪانهي. عالمي سامراج ٽين دنيا جي ملڪن جي باهمي اختلافن جيڪي نوآباديائي نظام جو ورثو آهن کي وڌائي ڇڙ ڇاڙ هاڻي پيش ڪري ٿي، مختلف ملڪن ۾ عوام جي نمائنده حڪومتن جو تختو اونڌو ڪرائي اتي عوام دشمن، رجعت پسند ۽ غنڊا ٽي –

پارلياماني روايتون (سواءِ پارٽ جي) ڇڏي ويا. آفريڪا ۾ قبائليت هئي ۽ معدنيات، آفريڪين کي غلام ڪيو ويو ۽ انهن جي معدنيات کي لٽيو ويو. لاطيني آمريڪا جا اڪثر ملڪ صدي سوا صدي کان سياسي طور تي آزاد ٿي رهيا آهن گهڻو ڪري انهن کي زرعي ملڪ ڪيو ويو آهي، شهروڏا ٿي ويا آهن پر شهرن ۾ آبادي جي واڌ ۽ انهن شهرن جي صنعتي بنياد ۾ ڪوبه توازن ناهي.

آمريڪي سامراج لاطيني آمريڪا کي پنهنجي گهر جي پٺ BACKYARD ٿي تصور ڪري، ۽ ايشيا ۽ آفريڪا کي سامراجي مقادن جا ٻاهريان علائقا آمريڪا جو هٿ ملڪن ڏانهن رويو متعين ڪرڻ ۾ انهن ڳالهين جو بنيادي ڪردار آهي.

ايشيا ۾ جدوجهد جو حاوي لاڙو عوام پسندي (جلسا، جلوس، رستن ۽ گهٽين جي طاقت سان رياستي قوت جو مقابلو ڪرڻ) ۽ پارلياماني طريقا سواءِ فلپائن جي جتي مسلح جدوجهد کي متحده محاذ محرڪت — پارلياماني جدوجهد سان جوڙيو ويو آهي. لاطيني آمريڪا جي جدوجهد ۾ غالب حصو شهري ۽ ٻهراڙيءَ ۾ گوريلا لڙائيءَ ۽ ٿورو پارلياماني طريقو، سواءِ چليءَ جي جتي انقلاب پرامن طريقي سان (پارلياماني) آيو جنهن کي سامراج جي خسطائي ڪٽن رت ۾ ٻوڙي ڇڏيو. اهڙي طرح سان آفريڪا ۾ وري فوج ۽ ٽريڊ يونينون سامراج ۽ مقامي رجعت پسنديءَ خلاف جدوجهد ۾ اهم

ڪردار ادا ڪري رهيون آهن.

خليج ۾ ڏکڻ ڪوريا ۾ عوام جي زبردست طاقت آڏو سامراج نواز فسطائي حڪومتن کي گوڏا کوڙڻا پيا آهن. هي ٻئي ملڪ سامراج جي ايشيا - پئسفڪ حڪمت عملي ۾ اهم جڳهه والارين ٿا. ڏکڻ ڪوريا ۾ چاليهه هزار آمريڪي فوج آهي، جيڪا ائٽمي هٿيارن سان ليس آهي. خليج ۾ سوبڪ ون امريڪا جو وڏو بحري اڏو آهي ۽ ڪلارڪ ۾ هوائي اڏو. هندي سمنڊ کان ٻ پئسفڪ سمنڊ ڏانهن ويندڙ لاءِ ٽن آبي گذرگاهن STRAIB منجهان ٻه خليج ۾ آهن، هنن ٽن گذرگاهن منجهان جپان جي ضرورت جو سڄو تيل ويندو آهي. اهڙن ملڪن ۾ فسطائي حڪومتن جي جاءِ تي عوام جي ڀرپور جدوجهد سان لبرل حڪومتن اچي، هڪ وڏو اڳتي قدم آهي. سامراج کي ٻيو اهڙو نقصان، سري لنڪا ۾ پيو آهي جتان آمريڪي، اسرائيل ۽ پاڪستان جا فوجي مشير ۽ جاسوس تڙي ڪڍيا ويا آهن.

انڊونيشيا ۾ عوامي اپارسگهه حاصل ڪري رهيو آهي ۽ سامراج نواز رجعت پسند، حڪومت خلاف عوامي اڀار پنهنجي پختگي جي جنهن منتها هين ڏاکي تي پهتو آهي سو آهي بنگلاديش. ارشاد عوامي اڀار کي دٻائڻ خاطر هڪ ته غير ضروري رعايتن جو اعلان ڪيو آهي ۽ ٻيو ته فوجي ٻير ڪن جو دورو ڪري رهيو آهي، آمريڪي سامراج وري پنهنجي پالتو ڪتي کي.

Political news or rada rather than Political analyses

بچائڻ خاطر ۽ عوامي اڀار کي ڪُچلڻ ۾ ڪانه ڇڏڻ لاءِ
مختلف سياسي اڳواڻن سان پنهنجي سفير معرفت
سازشون ڪري رهيو آهي، پر اميد آهي ته بنگالي
عوام پنهنجي جد وجهد جي وسيع تجربي ۽ گهربين
روايتن سان سامراجي، رجعت پسند سازشن، بليڪ
ميلنگ ۽ ڌمڪين جو وڏي ڪاميابي سان ۽ جوانمرديءَ
سان مقابلو ڪندا.

آفريڪا ۾ ٽيونس ۾ سامراج نواز بيمار حڪومت جو
تختو اونڌو ڪيو ويو آهي، ته لاطيني آمريڪا ۾ وري
خاص ڪري السلواڊور ۽ گوئٽيمالا ۾ جد وجهد وڌيڪ
تيز ٿي رهي آهي.

II

دنيا مان تقريبن نوآبادياتي نظام ختم
ٿي ويو آهي، پر اسرائيل ۽ ڏکڻ آفريڪا اڃا ن
ٿائين توسيع پسندي ۽ نوآبادياتي پاليسي تي عمل ڪري
رهيا آهن. اسرائيل وچ اوڀر ۾ آمريڪا جو محفوظ
قلعو آهي، پر اسرائيل جا پنهنجي وڏي ۾ وڏا مسئلا آهن.
هڪڙو زمين جو ٻيو افرادي قوت جو. اسرائيل هڪ ٻه طرف علائقا
قبائيند وٺو رهي ٻيو ته وري فلسطيني ۽ عرب باشندن کي بيدخل
ڪندو ٿو رهي. جيئن وڌ ۾ وڌ زمين هٿ ڪري سگهي.
مقبوضه عرب علائقن مان فلسطينين کي ٻين عرب ملڪن
ڏانهن ڌڪي نٿو سگهي، ڇاڪاڻ ته اسرائيل وٽ
افرادي قوت جي کوٽ آهي، اسرائيل فلسطيني مردن

ڪان. اهڙو ڪم ٿو وٺي جيڪو يورپي يهودي ۾ نٿا ڪري سگهن. افرادي ڪوت کي پورو ڪرڻ لاءِ اسرائيل ٻاهران يهودين کي ۾ آڻي ٿو.

اسرائيل جي خلاف فلسطيني مزاحمت

ڪيترن ئي مرحلن مان گذري آئي آهي جنهن جو پهريون مرحلو هو عرب ملڪن جي فوجي طاقت سان فلسطين جو مسئلو حل ڪرڻ پر اسرائيل جي پرواري ملڪن مان اسرائيل جي خلاف مسلح جدوجهد ڪرڻ عرب حڪومتن تي ڀاڙڻ اسرائيل جي خام خيالي هئي. عرب ملڪن ۾ فلسطيني مسلح قوت جي اڀرڻ سان اهي ملڪ خوف زده ٿي پئي ويا هڪ ته ڪين اسرائيل جي جارحيت جو خطرو هو ٻيو ته فلسطيني مسلح قوت رياست اندر رياست پيدا ڪري پئي ڇڏي. جنهن ڪري عرب حڪومتن ۽ فلسطينين جي وچ ۾ لڙايون پئي ٿيون. 1970 ۾ اردن ۾ 1975 ۾ لبنان ۾ فلنگسٽن ۽ شاهي فوج جو حملو 1982ع ۾ وري اسرائيل جو لبنان تي حملو، لبنان مان فلسطيني هٿيار بند قوت جي نيڪالي ۽ فلسطينين جو قتل عام.

فلسطين جو مسئلو وچ اوڀر جي مسئلي سان ڳنڍيل آهي. گذريل ڏهن سالن کان وچ اوڀر ۾ جيڪي تبديليون آيون سي فلسطيني جدوجهد لاءِ ساز ڳار ناهن رهيون مصر جي ڪئمپ ڊيوڊ معاهدي عرب محاذ کي ڪمزور ڪيو آهي. ايراني انقلاب رجعت پسند عرب ملڪن کي وڌيڪ خوف زده ڪيو آهي. 1979 ۾ سعودي عرب ۾

بغاوت ۾ پوءِ وري ڪويت ۾ حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي ڪوشش عرب رجعت پسند حڪومتن کي آمريڪا جي وڌيڪ ويجهو ڪري ڇڏيو. آمريڪي تيل ڪمپنين طرفان تيل جي ذخيره اندوزي ۾ عالمي قساط بزاري - WORLD RECESSION ۾ OPEC ملڪن جا باهمي اختلافات ختم ڪري ايران عراق لڙائي سان پوءِ تيل جي قيمتن کي گهٽائي ڇڏيو. جنهن ڪري عربن جي تيل جي قوت به پاڻي ٿي وئي. انهن سڀني ڳالهين هوندي به ايران عراق لڙائي عربن جي باهمي اختلافن ۾ انتشار کي وڌايو آهي. هر سال ڏهه ارب ڊالر سعودي عرب ۽ اماراتي نارجا بيا ملڪ عراق کي ڏين ٿا. انهن سياسي ۽ معاشي ڪمزورين متحده عرب محاذ کي ڪمزور ڪيو آهي. جنهن ڪري فلسطيني جد وجهد کي نقصان رسيو آهي.

فلسطين جو مسئلو جيڪو وچ اوڀر جي سياست ۾ مرڪزي ڪردار ڪندو رهيو آهي سو هاڻي ٿما ٿ گهٽو پوئتي ڌڪجي ويو آهي. اخباري اطلاع آهي ته آهن ته اردن ۾ ٿيل عرب اسرائيل سربراه ڪانفرنس ۾ ته ماڳهين فلسطين جو مسئلو ايجنڊا مٿي نه آندو ويو هو. بحث رڳو ايران عراق لڙائي تي ٿيو هو. پر شاه جي اسرارتي رسمي طور فلسطين جو مسئلو زير بحث آندو ويو. هن انتهائي مشڪل حالتن ۾ فلسطين جي جد وجهد جو هڪ نئون مرحلو شروع ٿيو آهي. هن جد وجهد ۾ حملي جو نشان اهو هنڌ آهي جتي اسرائيل سڀ کان وڌيڪ ڪمزور آهي. يعني اسرائيل جي اندر جتي

اسرائيل کي افرادي قوت جي کوٽ آهي ۽ وڌيڪ زمين قبضي ڪري ٿو .

فلسطين جي جد وجهد جو مرڪز اسرائيل جي اندر هجي ۽ ٻاهران انهن جي سياسي ۽ مادي مدد ڪري سگهجي ٿي . پر فلسطين جو مسئلو ايستائين حل ٿي نٿو سگهي جيستائين وچ اوڀر ۾ جامع ۽ پائيدار امن قائم نٿو ٿئي ۽ ساڳئي وقت وري وچ اوڀر ۾ جامع ۽ پائيدار امن ايستائين قائم ٿي نٿو سگهي جيستائين فلسطين جو مسئلو حل نٿو ٿئي ، فلسطين ۽ وچ اوڀر ۾ امن جو هڪڙو سٺي طريقو آهي ته هڪ بين الاقوامي ڪانفرنس منعقد ڪئي وڃي ، جنهن ۾ طئي ڪيو وڃي ته فلسطينين کي پنهنجو الڳ وطن ملندو ، اسرائيل ولاريل عرب علائقا خالي ڪندو ۽ علائقي جي سڀني ملڪن اسرائيل سوڌو محفوظ سرحدن جي ضمانت هوندي . هن ڪانفرنس لاءِ ٻه رڪاوٽون آهن . هڪ آمريڪا ، ٻيو اسرائيل ۽ ٽيون عرب محاذ جي ڪمزوري . تنهن لاءِ في الوقت جيڪا واٽ رهي ٿي سا اها ته اسرائيل جي اندر جد و جهد کي تيز ڪيو وڃي ان کي ٻاهران سياسي ۽ مادي مدد ڏني وڃي پر هن ۾ به هڪ رڪاوٽ آهي سا هيءَ ته ڪجهه فلسطيني اڳواڻ رجعت پسند عرب ملڪن جي دٻاءَ آڏو گوڏا کوڙڻ لاءِ تيار آهن .

هنن ناڪامين ، شڪستن ، بي سرو ساماني ۽ لڏپلاڻ فلسطينين ۾ سخت مايوسي پيدا ڪئي ان بيزاري ، مايوسي ۾ فلسطيني بجاءِ حقيقي دشمن جي ملي جنگي هٿيار هڪ ٻئي جي خلاف استعمال ڪرڻ شروع ڪيا .

جيئن صلاح خلق چيو ته اسانکي ڪيتري ٻه ٿوري پر پنهنجي
ڌرتي گهرجي .

ڏکڻ آفريڪا ۾ نسلي علحدگي جي خلاف ۽ نميبيا ۾ آزادي جي جدوجهد هڪ نئين مرحلي ۾ داخل ٿي رهي آهي . اي - اين - سي ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ اتان جي ، ڪميونسٽ پارٽي نسلي علحدگي خلاف جدوجهد جي رهنمائي ڪري رهي آهي . هزارين لکين ماڻهو گهٽين ۾ رستن تي نڪري اچي مظاهره ڪن ٿا . بوٿا گورنمينٽ جيترو وڌيڪ تشدد ڪري رهي آهي اوترو وڌيڪ ماڻهن جي مزاحمت وڌي رهي آهي . مزدورن جون وڏي پيماني تي هڙتالون ٿي رهيون آهن ڏکڻ آفريڪا اندر ۽ ان کان ٻاهر ڪارن جي جدوجهد کي هاڻي وڌيڪ بهتر سمجهيو وڃي ٿو ۽ ان جي حمايت به وڌي آهي .

گورن ۾ به پنهنجي نسل پرست فسطائي حڪومت خلاف نفرت وڌي رهي آهي ۽ حڪومت خلاف جدوجهد ۾ انهن جي شرڪت وڌي رهي آهي .

اقوام متحده، يورپ ۽ سموري دنيا ۾ نسلي - علحدگي جي خلاف ڪارن جي حمايت ۾ اضافو ٿيو آهي ڏکڻ آفريڪا جي فسطائي ۽ نسل پرست حڪومت جي حمايت رڳو سامراجي حلقا ۽ انهن جا دلال اسرائيل وغيره ڪري رهيا آهن ڇاڪاڻ ته سامراجي ملڪن جي ڏکڻ آفريڪا ۾ تمام وڏي سيڙپ ڪيل آهي .
ڏهه ارب ڊالر ته رڳو برطانيه جا سيڙايل آهن .

ھاڻي جرمني ۽ آمريڪي سرمايو به وڌي رهيو آهي. ڏکڻ آفريڪا معدني دولت سان مالا مال آهي، انهن معدنيات جو گهڻو حصو اهڙو آهي جيڪي جنگي مقصدن لاءِ استعمال ٿيندڙ آهن. تنهن ڪري انهن معدنيات کي ضرورتن لاءِ آمريڪا ۽ نيٽو جا ملڪ نسلي علحدگي جي حمايت ڪن ٿا. پر اندرون ملڪ جدوجهد ۽ عالمي حمايت ڏکڻ آفريڪي ڪارن جي لاءِ ڪاميابين جي نئين راه کولي آهي. ٿورا ڏينهن اڳ ڏکڻ آفريڪا جي ڪميونسٽ پارٽي جي اڳواڻ کي 23 سال جيل ۾ رکڻ کان پوءِ آزاد ڪيو ويو آهي. نيلسن منڊيلا جي آزادي لاءِ به دٻاءُ وڌي رهيو آهي.

نيميبيا جي آزادي لاءِ به سواپو جا ڇاپا مار جدوجهد ڪري رهيا آهن. سواپو جي گوريلن جو پيڇو ڪندي ڏکڻ آفريڪا جي فوج انگولا جي حدن جي اندر به وڃي ٿي. ڏکڻ آفريڪا جي نسل پرست حڪومت يونيٽا کي نه رڳو انگولا جي خلاف پر سواپو جي گوريلن جي خلاف به استعمال ڪري ٿي.

## علاقائي صورتحال :-

علاقائي صورتحال ۾ اسان وٽ هن وقت وڏي ۾ وڏي پيچيده صورتحال ايران ۽ عراق لڙائي پيدا ڪئي آهي. لڙائي جي هن وقت نوعيت اها آهي ته اها سامراجين ۽ علاقائي رجعت پسندن جي فائدي ۾ وڃي رهي آهي.

هي لڙائي هن وقت تائين ٻارنهن نڪن سالن مٿي، انساني جانيون ۽ 150 (بلين) ڊالر ڳڙڪائي چڪي آهي. آمريڪا کي مداخلت جو بهانو ملي ويو آهي، آمريڪا ۽ نيٽو جون بحري فوجون هندي سمنڊ ۽ نارجي علائقي ۾ اچي ويون آهن. نارجو علائقو سامراجي جنگي مهمن لاءِ وڏي ۾ وڏي منڊي ۾ تبديل ٿي ويو آهي. لڙائي ايران توڙي عرب ملڪن ۾ حقيقي انقلابي قوتن کي، ڪمزور ڪيو آهي ۽ اسلامي بنياد پرستي کي هٿي ڏني آهي. جنهن ۾ سامراج جي مخالفت سان گڏ فڪري طرح سان ٽين واٽ جا رجحان ۽ عمل ۾ مهم پسندي آهي. عالمي، علائقائي ۽ مختلف ملڪن جي اندروني حالتن ۾ سازگاري سان پويان پئجڻ يا پهرين جذبي يا رجحان تي غالب به ٿي سگهن ٿا. (هن وقت ايراني انقلاب جي اها نوعيت آهي) جيئن لڙائي ڏيکي ورتي آهي تيئن سامراجي ۽ رجعت پسند قوتن جي لاءِ حالتون وڌيڪ، سازگار ٿيون آهن. آمريڪا سينٽڪام نالي ورتي سياسي طور عرب رجعت پسند قوتون وڌيڪ خوف زده ٿي ويون جنهن ڪري انهن آمريڪا جي جهول ۾ وڃي پناهه ورتي عراق جي حڪومت جو ڪردار بدلجي ويو آهي، چار سؤ کان مٿي عراقي ڪميونسٽن کي ڦاسي ڏني وئي ايران ۾ هن وقت به توده پارٽي ۽ ٻين انقلابي ڌرين تي تشدد ڪيو وڃي ٿو. فلسطيني ڪاز ڪمزور ٿيو آهي ۽ علائقي ۾ اسرائيلي دهشت پسندي کي هٿي ۽ چوٽ ملي

international situation in Iran

information

misplaced misplaced

ويئي اسرائيل عراقي ريئڪٽر کي تباھ ڪيو. لبنان تي چڙھائي ڪئي، ۽ تيونس تي فضائي قزاقيءَ وانگر حملو ڪيو.

## افغان انقلاب :-

افغاني انقلابي حڪومت ٻه رخي پاليسي تحت عمل ڪري رهي آهي، هڪڙو انقلابي حاصلات، حاصلات کي عام ڪرڻ. تنهن لاءِ بنيادي معاشي ۽ سياسي ستارا آندا ويا آهن،

لينن هارين ۾ زمين ورهائڻ جو جڏهن فرمان جاري ڪيو تڏهن ڇيوٽا هارين کي زمين ملي وئي آهي هاڻي انقلاب کي ڪير به ناڪام ڪري نٿو سگهي،

افغانستان ۾ هارين کي قرضن ۽ وياج معاف ڪيو ويو آهي، انهن کي زمين ڏني وئي آهي، زرعي پيداوار وڌائڻ لاءِ ڪين رياست طرفان فني ڄاڻ ڏني پئي وڃي. محنت ڪاري جو عمل وڌيو آهي. تعليم ۾ محنت ڏانهن خصوصي ڌيان ڏنو ويو آهي. فادرلينڊ فرنٽ ٺاهي حڪومت جي بنياد کي وسيع ڪيو ويو آهي. هارين مزدورن پيٽي بورجوا سان گڏ وطن دوست قوتن ۽ شخصيتن کي حڪومتي معاملن ۾ شريڪ ڪيو ويو آهي تازو لوئي جرگو به منعقد ڪيو ويو آهي جنهن ۾ هر جي چونڊ ٿي آهي. اهو سڀ ڪجهه انقلاب دشمنن جي تخريبڪاري، سامراجي مداخلت ۽ سازش جي باوجود ٿي رهيو آهي. پيو انقلاب

جي اندروني تخريبڪاري ۽ سامراج جي مداخلت ۽
غير اعلان شده جنگ خلاف بچاءُ ڪرڻ پهرين ڳالهه
لاءِ افغان حڪومت هڪ نه قومي مصالحت جي پاليسي
تي عمل ڪري رهي آهي ۽ ٻيو وري انقلاب دشمن ۽
مزاحمت جي چيلهه ڀڃي ڪرڻ لاءِ خوست ۾ فوجي
ڪاروائي ڪئي آهي. پاسرين مداخلت ۽ سامراج جي
غير اعلان شده جنگ جي خاتمي لاءِ ۽ انقلاب
دشمن آمريڪا، پاڪستان، سعودي عرب ۽ مصر
ستان جيڪا تخريبڪاري لاءِ مدد حاصل ڪري رهيا
آهن تنهن کي پنجو ڏيڻ خاطر جنيوا ۾ ڳالهيون
ٿي رهيون آهن، جنهن جو فيبروري ۾ آخري ۽
فيصلہ ڪن اجلاس ٿيڻو آهي.

Splendid!

Political news.

## ڀارت ۾ سارڪ:-

ڀارت غير جانبدار تحريڪ ۽ علائقي
جو اهم ملڪ آهي، اندرون ملڪ خوشحالي ۽ مفلسي
جي وچ ۾ تمام وڏو فاصلو آهي. ڀارت جي قومي
سرمائيدار جو اعتدال پسند گروهه آزاد هند تي
حڪمراني ڪندو آيو آهي سواءِ ٻن مختصر وقفن
جي. لال بهادر شاستري ۽ مرارجي ڊيسائي-چرڻ
سنگهه دور جي جيڪي قدامت پسند هئا. ڀارت
پاڪستان جي فوجي حڪمرانن جي مهم پسندي
۽ سامراج جي اشاري تي هر وقت تيار رهڻ واري
طبيعت کي به حد ۽ اعتدال ۾ ٿورڪي نه ساڳي وقت-

علائقي ۾ سامراجي سازشن کي ڪامياب ٿيڻ نه ٿو ڏئي، سريلنڪا، مان آمريڪا، اسرائيل ۽ پاڪستان جي فوجن ۽ جاسوسن جي واپسي ان جو مثال آهن، پر پارٽ ۾ هڪ طرف بورجوازي جا رجعت پسند حصا گڏ ۽ متحد ٿي رهيا آهن ته ٻئي طرف وري ڪميونسٽ ڌريون به طاقت گڏ ڪري رهيون آهن — ڏهه لک هارين ۽ مزدورن، جو دهليءَ ۾ مظاهرو ڪا گهڻ عالم ڪا نهي.

مجموعي طرح سان جيڪڏهن علائقي جي صورتحال تي غور ڪيون، ته جيڪو وچ اوڀر بحران شروع ٿي ڪري سارڪ تائين پهچي ٿو ته اسان کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته (الف) — هن وڏي ۽ اهم حساس علائقي ۾ سامراج، جي فوجي مداخلت ۽ جارحيت واري صلاحيت ۾ بي پناهه اضافو ٿيو آهي، پر سامراج پنهنجي اثر ٿيءَ کي ڪاميابي ۾ تبديل ڪري نه سگهيو آهي، نه ئي وري ان کي پائيدار بڻائي نه سگهيو آهي. (ب) — رجعت پسند ۽ انقلابي ڌرين جي وچ ۾ صف بندي وڏي حد تائين صاف ۽ چٽي ٿي آهي. (ت) — وچ اوڀر ۾ رجعت پسندي ۽ قدامت پسندي ڏانهن رجحان وڌيو آهي ته سارڪ ۾ جمهوري قوتن وڏي سگهه حاصل ڪري ورتي آهي.

(ٿ) — عراق، ايران لڙائي، افغان انقلاب جي مضبوطي ۽ ايراني انقلاب ۾ موجود اندروني لاڙن ۽ انهن ۾ تصادم آئنده صورتحال تي اثرانداز ٿيندا رهندا.

# تاريخ جو عالمي رخ ۽ تجربو

1. عالمي سوشلزم ۽ امن جون قوتون سگهاريون ٿيون آهن، نيون ٺهيليون سوشلزم، امن ۽ جمهوريت جي قوتن کي وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ۽ سگهارو ڪنديون.

- سرمائيداريءَ کان سوشلزم ڏانهن عبور جو مرحلو وڌيڪ صاف ۽ سولو ٿي پيو آهي.

2. عالمي امن لاءِ حالتون وڌيڪ سازگار آهن، ٽين يا ايٽمي لڙائي جو فوري خطرو ڪونهي، مقامي ڪشيدگيءَ جا امڪان رهندا، جيڪي نوآبادياتي نظام جو ورثو هونديون آهن. سامراج جي سازش ۽ مقامي رجعت پسند حڪمرانن جي بحرانن کان سواءِ جو ڏيان هنائن لاءِ سرحدن کان ٻاهر EXTRATERRITORIAL حل ڳولڻ جي سبب هوندو.

3. سامراج جي ٽن مرڪزن آمريڪا، جپان ۽ يورپ جي وچ ۾ ٽه طرفي تجارتي ويڙهه وڌيڪ تيز ٿي رهي آهي. هن ويڙهه ۾ جيڪا بدتر سگهاري ٿيندي سا ٻي ڌر جي قيمت تي. هر سرمائيدار ملڪ جي اندر معاشي بحران وڌندو، سواءِ جپان، جرمني جي، آمريڪا هن بحران جو وڌ ۾ شڪار ٿيندو رهندو. هن جا ٻه بنيادي سبب آهن: (الف) عالمي معيشت ۾ سوشلزم جو حصو وڌي رهيو آهي ته ان نسبت سان سرمائيداريءَ جو حصو گهٽجي رهيو آهي (ب). سرمائيدارانه معيشت

ٻن متضاد عملن جو شڪار آهي هڪ ته معيشت
جي خطرات اها هوندي آهي ته اها ويندي آهي
بين الاقوامي صورت اختيار ڪندي. ٻيو آهي ناهمواريءَ
جو قاعدو ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ سبب آمريڪي هڪ مٿيون
زبردست طاقت ٿي ڪري ويون، پر پوءِ انهن پاڻ
تي عالمي ذميداريءَ جو ايترو ته بار رکي ڇڏيو خاص
ڪري فوجي جنهن سان مادي وسيلن جو وڏي ۾ وڏ
ڏيان ٿئي ٿو جو اهي هاڻي نه ته بار کڻي سگهن ٿيون
نه وري ذميداريءَ تان هٿ ڪڍي سگهن ٿيون.

آمريڪي ڪمپنين پنهنجي تسلط هيٺ عالمي
معيشت جي نئين سري سان جوڙجڪ ڪئي پر وري ناهمواريت
وارو قائدو ٻئي پنهنجو ڪم ڏيکاريو. يورپي ڪمپنيون،
اڪيلي سر آمريڪا سان مقابلو ڪري نٿيون سگهن
تنهن ڪري انهن EEC جي شڪل ۾ معاشي گروهه
ناهي آمريڪي ڪمپنين جي مقابلي ۾ پنهنجي ڇتا-
-پيٺي واري حيثيت کي مستحڪم ڪري ورتو آهي.
هن ٽه طرفي مقابلي ۾ ٻن طرفن کان آمريڪي هڪ
هٽين تي حملا ٿي رهيا آهن. هن عمل ۾ شدت اچي
آهي گهٽائي ناهي ٿيڻي.

4- سوشلسٽ ملڪن ۾ ڪشيدگي جو ماحول گهٽجي
رهيو آهي. ماضي جي غلط ورتاءُ جي ڪري ڪن طبقاتي
سماج کان ورثي ۾ مليا هئا تن کي تمام گهڻو پوئتي
ڇڏي ويا آهن. سوشلسٽ ملڪن ۾ سائنس ۽ ٽيڪنالاجي.

۾ تحقيق وڌي آهي، سماجي پيداوار ۾ سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جو استعمال وڌيو آهي، پنهنجي فڪر ۾ وسعت پيدا ڪري معيشت ۾ پنهنجين غلطين جي اصلاح ڪري، عالمي تجربن مان سکي معاشي منصوبه بندي ۽ انتظام جون نيون ۽ بهتر راهون ڳولي ڪڍيون آهن ـــ جنهن جي اعليٰ ترين شڪل آهي انفرادي پيش قدمي کي سوشلسٽ اجتماعيت سان جوڙڻ. اهڙيءَ ريت اينده وقت ۾ سوشلسٽ ملڪ عالمي تاريخ ۾ وڌ ۾ وڌ اهم ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ بهتر پوزيشن ۾ هوندا.

5 ـــ عالمي تاريخ جو پنجون رُخ اهو هوندو ته سڄي دنيا ۾ قومي آزادي جون تحريڪون وڌيڪ تيز ۽ سگهاريون ٿينديون. عالمي سطح تي عالمي سامراج جي جديد نوآبادياتي نظام خلاف نئين بين الاقوامي معاشي نظام لاءِ جدوجهد تيز ٿيندي ۽ هر هڪ ملڪ اندر سامراج ۽ رجعت پسند قوتن خلاف انقلابي ۽ جمهوري قوتن جي جدوجهد تيز ٿيندي.

مشڪلاتون ۽ رڪاوٽون، پيچيدگيون ۽ ناڪاميون ضرور ٿينديون پر تاريخ جو رُخ ان طرف هوندو.

# ملڪي حالتن ۾ برسراقتدار گروهه

## حڪمران ٽولو :-

حڪمران ٽولي تي جيڪڏهن نظر ڪنداسين ته هن وقت ان جي ترڪيب يا جوڙجڪ ۾ اسانکي چار قوتون ملنديون. (1)- فوجي نوڪرشاهي. (2)- شهري ڪامورا شاهي (3)- شهري سرمائيدار. (4)- ٻهراڙي جا زميندار.

حڪمران ٽولي ۾ وڏي ۾ وڏو طاقتور حصو فوجي ٽولي جو آهي. فوجي ٽولو ۽ فوجي ادارو 1947 کان وٺي اسان وٽ ڪنهن نه شڪل ۾، ڪڏهن پردي جي پٺيان ته ڪڏهن سڀني جي سامهون اسٽيج تي - اقتدار جو مالڪ ٿي رهيو آهي، پر گذريل سان ڏهن سالن کان ته ان جي اقتدار جي انتهائي مڪروهه شڪل پيش ٿي رهي آهي. فوج جو تمام گهڻو حصو پنجاب مان ٿو اچي، پوءِ ته ٻهراڙي مان ايندڙ ٻه فوج سرمائيداري جي همت افزائي پيئي ڪئي آهي. آمريڪي تسلط کي قائم ڪرڻ ۾ ٻه فوج جو مرڪزي ۽ بنيادي ڪردار ٿي رهيو آهي. فوج وٽ هٿيار گهڻو ڪري آمريڪي آهن، انهن جي تنظيم ۽ تربيت به آمريڪي طريقي تي ڪئي وڃي ٿي. فوج جي تربيت اهڙي نموني ڪئي وڃي ٿي جو هو سرحدن تي وڙهڻ جي بجاءِ عوامي بغاوتن کي دٻائڻ جي ڪم وڌيڪ اچي ٿي.

فوجي ٽولي پنهنجي اقتدار دوران سالياني بجيٽ جو گهڻو حصو پنهنجي لاءِ کڻي ٿو وڃي، ٻيو ته مالي ۽ معاشي وسيلا پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتا آهن. جهڙوڪ فوجي فائونڊيشن، بحريه ۽ شاهين فائونڊيشن، اين-ايل-سي وغيره، جيڪي سرمائي جي سيڙپ ڪن ٿا، ملون ۽ ڪارخانا لڳائين ٿا. ٽرانسپورٽ هلائين ٿا. تعميرات جا ٺيڪا کڻن ٿا. زمينون سٽ ڪن ٿا ۽ ٻيو ڪاروبار ڪن ٿا، ٻئي وري فوجي ڪامورا منشيات سمگلنگ، رشوت، ڪميشن ۽ ٻيا اهڙا ناجائز ڪم ڪري بيپناهه دولت گڏ ڪندا ٿا وڃن. ٽين ڳالهه وري اها آهي حڪومت جي اهم ادارن کي فوجي ياته سڌو سنئون پنهنجي نگراني ۽ قبضي ۾ رکن ٿا، ياته پنهنجي پسند جا ماڻهو آڻين ٿا جيئن حرف آخر فوجي ٽولي جو هجي، شهري سرڪاري نوڪرين، تعليمي ادارن ۾ داخلائن ۾ فوجين کي خصوصي نوازيو وڃي ٿو، ۽ ڪارپوريشنن ۾ خودمختيار ۽ نيم خود مختيار ادارن ۾ فوجين ادارن ۾ فوجين کي اوليت ڏني وڃي ٿي. اهڙي طرح سان اسانجي سماج ۾ فوج جا ايترا سارا معاشي مفاد قائم ڪيا ويا آهن جو فوج انهن تان سولائي سان دستبردار ٿيڻ لاءِ تيار ڪانه ٿيندي.

بظاهر فوجي حڪومت جو خاتمو ڪيو ويو آهي پر تڏهن به ريفرنڊم سان وٺي وزارتن جي

ٿامڻ ۾ آئين ۾ ترميمن ذريعي هر طرح سان اهڙو بندوبست ڪيو ويو آهي ته جيئن فوج جا مفاد هر حالت ۾ محفوظ رهن مارشلا جي سڀني ضابطن کي آئيني تحفظ ڏنو ويو آهي. فوج جو سربراهه ملڪ جو سربراهه آهي، وزير اعظم کي به اهو ئي مقرر ڪري ٿو. اسيمبلين ۽ سينيٽ ۾ اهڙن ماڻهن کي آندو ويو آهي جيڪي فوجي ٽولي جا وفادار نوڪر ٿي رهيا آهن. ملٽري مفاد شهري حڪومت جي حيثيت اها آهي ته ان کي فوجي سربراهه کي آربيٽرس سان بچاءُ ڪرڻو ٿو پوي، ڇو ته اڪثر انهيءَ مخالفت کي انتهائي سختي سان ڪچليو ويو آهي جيئن 83 ۽ 86 واري جدوجهد دوران ڪيو ويو. فوجي حڪمران هر وقت شهري حڪومت کي نئين مارشلا جي ڌمڪي ڏيندا رهن ٿا.

## شهري ڪامورا شاهي:-

اڪيلي شهري ڪامورا شاهي جي اها حيثيت ڪانه آهي جهڙي اڳ هئي. پاڪستان قائم ٿيڻ جي پهرين پنجاهه سالن ۾ ملڪ لحاظ کان بالادستي شهري ڪامورا شاهي جي هئي، فوجي ڪامورا شاهي ان کي سياسي اقتدار ۾ ٻئي درجي تي موڪلي ڇڏيو آهي. پوءِ به شهري ڪامورا شاهي پنهنجي اندروني تبديلي جي عمل مان گذري آهي. اڳ اردو ڳالهائيندڙ شهري ڪامورا شاهي مٿي حاوي هئا، هاڻي وري پنجاب اڳيان نڪري ويو آهي.

سنڌ جي ڇهن ضلعن جو شهري انتظام به فوج
جي حوالي ڪيو ويو آهي.

## شهري سرمائيدار:-

هي سامراج جا دلال آهن، انهن جي پنهنجي الڳ ۽ آزاد حيثيت ڪانه آهي. ٻاهرين طور تي پنهنجي بچاءُ لاءِ وڏي ۾ وڏي سامراج تي انحصار ڪندا آهن، ته پوري اندرون ملڪ ڪامورا شاهي تي خاص ڪري فوجي ڪامورا شاهي تي، ڇاڪاڻ ته شهري سرمائيدار هميشه فوجي آمريت جي خوشيءَ ۾ خوش پئي رهيا آهن، جيڪا انتهائي جبر سان مزدور جي جدوجهد کي ڪچلي ٿي ڇڏي. سرمائيدارن کي انهيءَ ڪري مزدورن ۽ مظلوم طبقن جي ڦرلٽ جو کليل موقعو ملي ٿو وڃي. اسان وٽ فوج جو سماجي بنياد ۽ پس منظر ٻهراڙي جو جاگيردارانه آهي، تنهن هوندي به فوج هن سرمائيدارانه تعلقات کي وڌائڻ ۾ وڌ ۾ وڌ مدد پئي ڪئي آهي. فوج به سرمائيدارن کي قومي ملڪيت ۾ ورتل ڪارخانا واپس ڪيا آهن، نيون صنعتون لڳائڻ لاءِ هر طرح سان سهوليت ڏني آهي نوان آسان ۽ وڏا قرض ڏنا آهن ته پراڻا قرض معاف ڪيا پيا وڃن. ٽيڪس ۾ رعايت ۽ ڇوٽ پئي ڏني آهي، معيشت تان ڪنٽرول گهٽايو آهي، آمدني ۽ روانگي واپار ۾ سهوليت ڏني آهي ۽ امدادي رقمون به ڏنيون آهن. ان جي باوجود به —

سرمائيدار صنعتڪاري نٿا ڪن. سرمائيدار بجاءِ ٻيڙپ ڪرڻ جي وڏي ۾ وڏو پئسو ڪمائڻ گهرن ٿا. تنهن لاءِ اهي هر قسم جي ڪريل حرڪت ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهن.

## زميندار :-

ٻهراڙيءَ مان زميندار حڪمران ٽولي جي تشڪيل ۾ هوندا آهن. هنن جو تعداد گهڻو آهي پر حڪمران ٽولي ۾ هنن جي حيثيت آخري نمبر تي آهي. حڪمران ٽولي جي تشڪيل ۾ جيڪي زميندار يا زرعي سرمائيدار، وڏيرا، چوڌري، خان ۽ سردار هوندا هئا سي وڏي ۾ وڏو قدامت پسند ۽ رجعت پسند آهن پر گذريل ڪجهه وقت کان جيڪو رجحان نظر اچي ٿو سو هيءُ ته زميندار پاڻ پنهنجي پئسي جي ٻيڙپ صنعت ۾ به ڪن ٿا. صنعتڪار وري زمينون به خريد ڪن ٿا.

اقتدار جي بلڪل هيٺين ڏاڪي تي هئڻ سبب زميندار ڪوشش ڪندا آهن ته ڪانءِ ڪا اسيمبلي هجي پوءِ اها غير نمائنده ڇو نه هجي پر هجي ضرور، جتي اهي گڏجي ڪري پنهنجن مفادن جو بچاءُ ڪري سگهن. مثلاً زرعي ٽيڪس کان بچڻ، چاڪاڻ ته فوجي ڪامورا شاهي ساڻ شهري سرمائيدارن جو واسطو وڌيڪ گهاٽو هوندو آهي. بنسبت زميندارن جي— مثلاً پير پاڳاري تنهن چوڻي جا زور

لڳايو پر نواز شريف کي اقتدار تان هٽائي نه سگهيو. اهڙا آهي اسان وٽ حڪمران ٽولي جي جوڙجڪ جنهن تي سياسي پارٽي جي لحاظ کان گهڻو ڪري مسلم ليگ پئي قبول رهي آهي.

اقتدار جو هي مضبوط پايو SOLID BLOCK آهي، جنهن جا اندروني تضاد ايترا ته ذو ستاد آهن جو انهن کي حل ڪرڻ ۾ ڪين ڪنهن به قسم جي ڏکيائي نه ٿي ٿئي. هن بلاڪ معاشي وسيلن تي پنهنجي قبضي کي جاري رکڻ لاءِ پنهنجي اقتدار کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ هڪ طرف مظلوم قومن ۽ مظلوم طبقن تي بيپناهه ظلم ڪيو آهي ته ٻئي طرف وري ملڪي معيشت ۽ سياست کي سامراج وٽ گروي رکي ڇڏيو آهي.

هن حڪمران گروهه ملڪي معيشت جي اهڙي ته منصوبه بندي ڪئي آهي جو ملڪي معيشت بجاءِ مستحڪم ٿيڻ جي وڌيڪ ڪمزور ٿي آهي، اما ملڪي معيشت نه پر هڪ عام قرلت جي شڪل اختيار ڪري وئي آهي. اسان جي معاشي رپورٽ الڳ پيش ٿيندي پر هتي ان جا ڪجهه مکيه رجحان پيش ڪجن ٿا.

معاشي تباهي جي صورتحال اها آهي ته هر سال خساري جي بجيٽ پيش ڪئي وڃي ٿي، جنهن ۾ غير پيداواري خرچ پيداواري خرچ کان ٻيڻو هوندو آهي. غير پيداواري خرچ جو ۹۴ سيڪڙو فوج، پوليس ۽ انتظام تي خرچ ٿئي ٿو. ٻر آمدي واپار در آمدي واپار جي ڀيٽ ۾ گهٽ هوندو آهي. وسيلن جي کوٽ ايتري آهي جو پيداواري ۽ غير پيداواري بجيٽ جو وڏو حصو رکو قرض مان.

پورو ٿيو ويندو آهي. هن وقت سامراجي قرض 18 ارب
(ارڙهن) ڊالر آهي، ۽ اندروني قرض 1300 ارب رپين
کان وڌي چڪو آهي. ساليانو ٽيهه ارب رپين کان مٿي
ته رڳو قرض ۾ واپس ڪيا وڃن ٿا. سڪي جو ملهه ڏينهون-
-ڏينهن گهٽجي رهيو آهي ۽ ناڻي جو ڦهلاءُ وڌي رهيو آهي.

منصوبابندي جو عمل تمام گهڻو سست آهي، جنهن
ڪري ملڪي معيشت جو بنياد مستحڪم نٿو ٿئي ان ڪري
روزگار جا وسيلا نٿا نڪرن، پر پئسه ڪمائڻ جا ناجائز ۽ ڪريل
طريقا استعمال ڪيا وڃن ٿا. حڪمران ٽولا پاڻ منشيات، سمگلنگ
ڌاڙن ۽ افواجي ڪاروائين ۾ ملوث آهن. وڏي پيماني تي رشوت
۽ ڪميشن ورتي وڃي ٿي ۽ سرڪاري خزاني مان هٿ صاف ڪيا
وڃن ٿا. چاليهه ارب رپين جي، سرڪاري خزاني ۾ ساليانو گهٽ
ڏيکاري وڃي ٿي. 80 ارب رپين جو ڪارو ناڻو گردش ۾ آهي
جنهن کي اڇو ڪرڻ لاءِ سفيد بانڊ جاري ڪيا ويا هئا.

سرمائيڪاري ڪري ملڪي معيشت کي مستحڪم ڪري
عام ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ ۽ روزگار جا موقعا
پيدا ڪرڻ بجاءِ ايم اين اي - ايم پي اي بلدياتي -
ڪائونسلرن، چيئرمينن، زڪوات ۽ عشر ڪميٽي جي ميمبرن
کي لکها رپيا روشوت طور ڏئي هڪ طرف سرڪاري خزاني
کي لٽيو ٿو وڃي ٻئي طرف ناڻي جي گردش کي وڌائي مهانگائي
پيدا ڪئي ٿي وڃي ٽئين طرف وري ماڻهن ۾ بي ايماني، ۽
حرام خوري کي وڌايو ٿو وڃي. ماڻهن کي اهو باور ڪرايو
ٿو وڃي ته بااخلاق روزي ڪمائڻ ۽ زندگي گذارڻ جو ڪو به طريقو ڪونهي.

ٻئي طرف گهٽ قومي مڪ هئڻ ڪري ناڻي جي سيڙپ جي،
سهوليت ڏني وئي ٿي. انهن کي مٿان ناڻو ڪڍي وڃڻ جي
سهوليت ڏني وئي ٿي. گهٽ قومي مڪ هئڻ جي اهڙين
مصنوعات کي به هٿي اچڻ ڏني وئي ٿي جن جي اسان کي ڪا به
ضرورت ناهي پر اسان لاءِ نقصان ڪار به آهن مثلاً دوائون.

حڪمران بلاڪ جي هن معاشي پاليسي ۾ محڪوم طبقا
پيڙهجي وڃن ٿا. وڏي پيماني تي بي روزگاري ڦهلجي رهي آهي
جنهن ڪري هر قسم جا ڏوهه ٿي رهيا آهن. انهن ڏوهن ۾
ڌاڙيلن جي سرپرستي ڪئي وڃي ٿي. ٽيهه لک ماڻهو جيڪي
ڪم ڪرڻ جي لائق آهن، پر انهن کي روزگار نٿو ملي.
مهانگائي ۽ ناڻي جي واڌ ماڻهن جي قوت خريد کي گهٽائي
ڇڏيو آهي. هن وقت 9 سيڪڙو افراط زر آهي. جيڪا هن
سال جي آخر تائين 15 سيڪڙو ٿي ويندي.
ٿر، چولستان ۽ مرين جي علائقي ۾ ڏڪر لڳو پيو آهي،
مزدورن کي ٽريڊ يونين ۽ هڙتال جو حق ڪونهي، ٺيڪيداري
نظام مزدورن جي چيله ڀڃي ڪري ڇڏي آهي. هارين کي
قرض ۾ جڪڙي ڇڏيو ويو آهي، انهن جي حالت زرعي غلامن
سان ڪنهن به صورت ۾ بهتر ڪونهي. جاگيردارانه جبر ۽
سرمائيدارانه ڦرلٽ هارين کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي.
مظلوم قومون به سرمائيدارانه ڦرلٽ جو شڪار آهن. گذريل
ڏهن سالن ۾ سنڌ جي معيشت کي جاڻي واڻي تباهه ڪيو ويو
آهي. سنڌ جي زرعي پيداوار ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ گهٽ
آهي ڇاڪاڻ ته زرعي پيداوار وڌائڻ لاءِ زرعي اوزار، پاڻي،

دوائون، پاڻي ۽ قرض مناسب مقدار ۾ ڪونه ڏنا ويا آهن.
سنڌ ۾ صاف پاڻي پيئڻ جو سيڪڙو ملڪ جي ٻين حصن کان گهٽ آهي ـ توڙي جو ان ۾ ڪراچي جا شهري به شامل ڪيا آهيون. سنڌ ۾ روڊن جي ٺهڻ، تعليمي سهولتن ۽ طبي سهولتن جي ترقي گذريل ڏهن سالن ۾ ٻين علائقن جي مقابلي ۾ گهٽ رهي آهي. سنڌ جي ڇهه سيڪڙو تعليم گهٽي آهي ته بي روزگاري جو حصو وڌيو آهي. سنڌ ٽيڪس جو ڪل پنجهتر سيڪڙو ڏئي ٿي پر گذريل ڏهن سالن کان سنڌ تي مرڪز کان ملندڙ گرانٽ جو حصو گهٽ پئي رهيو آهي، ان هوندي به ته ٻين علائقن کان ايندڙ ماڻهو جيڪي سال ۾ 3 لک ٿين ٿا، سي سنڌ جي وسيلن تي بار بڻجن ٿا، ۽ سنڌ مان ٻين صوبن ڏانهن دولت ڪڍي وڃن ٿا. ساليانو 12 ارب رپيا ڪراچي مان پنجاب ۽ ست ارب رپيا سرحد ڏانهن موڪليا وڃن ٿا.

سنڌ جي پيٽرول مان سنڌ کي ڪو به حصو نٿو ملي يو نٽيڪساس جو عمل دخل سنڌ ۾ وڌي ويو آهي.
سنڌ جي معدنيات ۽ بجلي کي به بجاءِ سنڌ جي پنجاب ۾ استعمال ڪيو وڃي ٿو. 80 لک ايڪڙ سنڌ جي زمين شهرين ۽ فوجي آفيسرن، چوڌرين، عربن ۽ ٻين ڌارين جي قبضي ۾ آهي.

اهڙيءَ طرح سان بلوچستان ۾ مري ڏڪار جو شڪار آهن، جنهن ڪري اهي لنڊن پلان تي مجبور آهن.
بلوچستان ۾ سيمينٽ ڪارخانا بند ڪيا ويا آهن.

جن ۾ جيڪي به ڪارخانا لڳايا ويا آهن، تن ۾ بلوچن کي روزگار نه ڏنو ويو. بلوچستان جي معدنيات کي بلوچن لاءِ استعمال نه ڪيو ويو.

سرحد جي بجلي ڪيئن تي ورتي ويئي. سرحد مان ٥٠ سيڪڙو ڪارخانا بند ڪيا ويا آهن. سرحد جي ترقي لاءِ گهربل ڌيان ڪونه ڏنو ويو. پٺاڻن کي رڳو اندرون ملڪ ۽ بيرون ملڪ ليبر مارڪيٽ ۾ تبديل ڪيو ويو آهي، سمگلنگ ۽ افغان انقلابي حڪومت خلاف تخريبڪاري جي اڏي ۾ تبديل ڪيو ويو آهي.

سرائيڪي علائقي جي معيشت کي پنجاب جي معيشت جو پڇ Appendage ڪيو ويو آهي. چولستان ۾ ڏڪر جهڙي ڪيفيت لڳي پئي آهي. سرائڪين جي زمين ۽ نوڪرين تي مرڪزي پنجاب جو قبضو آهي.

پنجاب جي معيشت تي ٽيڪو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي، جنهن ۾ ڪاميابي به ٿي آهي. پنجابي سرمائيدار ڪراچي مان پنجاب ڏانهن سيڙپ کي منتقل ڪري رهيا آهن، پر معاشي ترقي سماجي ناهمواري کي به وڌائي ٿي، ان جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ بيروزگاري کي ٻين علائقن جي قيمت تي گهٽ ڪيو وڃي ٿو. اندرون ملڪ ۽ ٻاهران ايندڙ پئسي جو رخ پنجاب ڏانهن آهي. پنجاب اسان وٽ سياسي، معاشي، افرادي ۽ رياستي جبر جي لحاظ کان وڏي ۾ وڏي محفوظ تر قوت آهي. پنجاب جي حڪمران شهري ۽ فوجي نوڪرشاهي معاشي منصوبابندي اهڙي ٿي ڪري جنهن سان پنجاب کي ٻين قومن جي مقابلي ۾ اوليت ملندي

ٿي رهي. غير پنجابي حڪمران به پنجاب جي آڳيان جهڪڻ ٿي مجبور آهن. ڇاڪاڻ ته طاقت جو مرڪز پنجاب آهي. تنهن ڪري سرمائيدارانه واڌ جا اثر به پنجاب ۾ محسوس ٿيندا. خاص ڪري ناڻي جي واڌ جا.

مطلب ته معاشي منصوبه بندي (نوني) اسان ڪئي ٿي وجهي. 1 ظالم طبقن کي قرلت جا وڏيڪ موقعا ملن ٿا ۽ ظالم طبقا وڏيڪ پيڙهجي رهيا آهن.

2 ملڪي معيشت جو بنياد مضبوط ڪون ٿو ٿئي جنهن جي ڪري افراط زر، گهوٽالو، قرمار ۽ غير يقيني وڌي رهي آهي.

3 سرڪاري سرپرستي ۾ رشوت، بي ايماني، سمگلنگ وغيره سان زير زمين معيشت کي وڌايو ويو آهي جيڪا ڪليل معيشت جي 30 سيڪڙو کان به مٿي ٿي وئي آهي.

حڪمران ٽولي جي اها گهوٽالي واري ڪيفيت اڃا وڌ ٿي آهي.

ڇاڪاڻ ته — (الف) افغان شاهه سبب پاڪستان جي محاذي رياست (Front line state) واري حيثيت ختم ٿي ويندي جنهن ڪري آمريڪي امداد آڳ جيتري نه ملندي

(ب) عالمي بئنڪ فيروري تائين ملڪي معيشت کي درست ڪرڻ جو چتاءُ ڏنو آهي ٻي صورت ۾ اها امداد فراخدلي سان نه ڏيندي.

(ث) سعودي عرب ۾ موجود پاڪستاني فوج کي واپس ڪيو وڃي ٿو جنهن مان تمام گهڻو پرڏيهي ناڻو ملندو هو.

(ث) - ٻاهرين ملڪن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن ٽيڪنيشن خاص ڪري وچ اوڀر مان واپس ٿي رهيا آهن. اهي هتي بيروزگاري کي وڌائيندا، ۽ ٻاهريون ناڻو به گهٽجي ويندو جنهن جي مدد سان هتي ترقياتي منصوبا هلايا ويندا هئا.

(پ) سفيد بانڊن جي White Bond جو مدو پورو ٿي رهيو آهي، انهن جي رقم ۽ وياج کي واپس ڪرڻو آهي.

انهي ڪري ايندڙ وقت ۾ حڪمرانن خلاف بحران وڌڻو آهي.

## سياسي گهوٽالو ۽ سياسي جبر:-

1983 جي جمهوري جدوجهد کان پوءِ حڪمرانن جو جيڪو سياسي گهوٽالو وڌيو آهي سو اڃان وڌندو ٿو رهي. پنهنجي گهوٽالي کي گهٽ ڪرڻ لاءِ حڪمرانن جيڪي به چالون مليون آهن، اهي انهن کي وڌيڪ ڏيهڻ ڏانهن وٺي پئي ويون آهن. هڪ انهن ريفرنڊم ۽ غير جماعتي چونڊن جو ڍونگ رچايو. اسيمبليون، وزارتون ناهيون ۽ پنهنجي سياسي بنياد کي وڌيڪ مضبوط ۽ وڌائڻ لاءِ مسلم ليگ به ناهي. مسلم ليگ ۽ وزارتون ۽ اسيمبليون ايتريون ته ڪمزور ۽ ڏڪايل آهن، جو حڪمران ٽولي جي وڏي ۾ وڏ طاقتور حصي يعني فوج کي به انهن جو بار برداشت ڪرڻو پوي ٿو. ٿر مارجي ورهاست تي حڪمران ٽولن جا اسيمبلين ۽ مسلم ليگ معرفت تضاد وڌيڪ چٽائي طرح سان ماڻهن جي سامهون اچن ٿا.

فوجين جي دٻاءَ تي ئي ته حڪومت ڊفينس ٽيڪس لڳائي، (فوجي سمجهن پيا ته مارشل لا جي نه هجڻ سان انهن جا مفاد ڪيئن بچي سگهندا؟ پر وري عوام ۽ واپارين جي دٻاءَ جي ڪري ان کي واپس ورتو ويو) ڪالاباغ ڊيم ۽ ٻين اهڙن مسئلن تي حڪمران ٽولي جي تضادن جي خبر پوندي رهي ٿي.

حڪمران جماعت ۽ اسيمبلين جي ميمبرن، وزيرن جي بداخلاقين، بداعمالين ۽ رشوتخوري عوام ۾ حڪمرانن خلاف وڏي نفرت پيدا ڪئي آهي. هر طرف تي ماڻهن ۽ مظلوم عوام حڪمران جماعت جي بدمعاشن ۽ داداگيرن، پاٿاري دارن ۽ لفنگن جي فوج ۾ لوڏ ٿي نظر اچي، جيڪي حڪمرانن جي خلاف عوام جي ڪاوڙ ۽ نفرت کي وڌائيندا ٿا رهن.

حڪمرانن ٻيو ڪمال هو ڪيو آهي جو سياسي عمل کي روڪي هر واري غير جماعتي چونڊون ڪرائي سياسي پارٽين جي وقعت کي ختم ڪيو آهي، چونڊون هر ڪوئي ذاتي ۽ گروهي اثر تي وڙهي ٿو، ماڻهو ذات پات ۽ برادرين ۾ ورهائجي وڃن ٿا. جنهن ڪري حڪمرانن جي متحدد مضبوط ۽ منظم قوت خلاف مخالف مضبوط ۽ منظم سياسي پارٽين جي صورت ۾ متحد قوت پيدا ٿي نٿي سگهي. هن جو سڌو ۽ گهڻو اثر بورجوا مخالفت تي پيو آهي، پر مزدور طبقي جي ۽ کاٻي ڌر جي پارٽين تي به هن جو اثر پيو آهي.

1983 ۽ 1986 واري جمهوري جدوجهد جيڪا ماڻهن ۾ حڪمرانن خلاف ٻڌي پيدا ٿيئي ڪري، انهن جي متحدد سياسي طاقت پيئي ٿا هي، سياسي پارٽين عوام جي ڳانڍاپي کي وڌائي ٿي. ٻئي دفعا فسطائي حڪمرانن جو تختواونڌو نه ٿيو، پر حڪمرانن کي ڪجهه سياسي آزاديون ڏيڻيون پئجي ويون. ماڻهو سياست ۽ سياسي پارٽين ڏانهن وڌيڪ متوجه پئي ٿيا. 1983 ۽ 1986 واري جدوجهد ۾ رجعت پسند سياست پوئتي هٽڻ لڳي ۽ ترقي پسند سياست اڳتي وڌڻ لڳي. انهن ٻنهي جدوجهدن ۾ ڪ اي اين پي جي نهڻ ۾ مدد ڪئي، وطن دوست انقلابي پارٽي جي طاقت ۾ اضافو ڪيو. هنن سڀني جمهوري ۽ انقلابي حاملات کي ٽڪو ڪرڻ لاءِ حڪمرانن وڏي پيماني تي فساد ڪرايا ڪراچي ۾ مهاجر پٺاڻ ۽ مهاجر پنجابي ڪوئٽه ۾ بلوچ-پٺاڻ لاهور ۾ شيعا سني ته جيئن حڪمرانن خلاف منظم ۽ متحد سياسي طرح سان باشعور جماعتي مخالفت اڀري نه سگهي.

نيون ته جيتي حڪمرانن جي خلاف مخالفت وڌيڪ شديد آهي اتي انهن انتهائي ظالمانه رسياسي جبر شروع ڪري رکيو آهي. مثلاً سنڌ ۾ ڏيڍ لک فوج موڪلي وئي آهي. سنڌ ۾ فوجي چاڪوٽيون ٺاهيون پيون وڃن. جيهن ضلعن جو انتظام فوج وٽ آهي، فوج شهرن ۽ رستن جو گشت ڪندي ٿي رهي ڳوٺن تي چڙهايون ڪري ڳوٺن کي تباهه ٿي ڪري ڇڏي

ماڻهن کي بيدردي سان قتل ڪيو ٿو وڃي. انهن کي گرفتار ڪري
اذيتون ڏنيون ٿيون وڃن. سنڌ ۾ فوجي ڇانوڻين جو جار
وڇايو ٿو وڃي.

بلوچستان ۾ فوجي اڏا قائم ڪيا ٿا وڃن. مري
بغاوت جي آڙ ۾ وڏي ٻيڪ فوج موڪلي ٿي وڃي. مرين جي
لڏ پلاڻ جي آڙ ۾ ماڻهن کي گرفتار ڪري انهن تي وحشيانو
تشدد ٿو ڪيو وڃي. جيوڻي ۾ ماڻهن تي فائرنگ ڪئي
ٿي وڃي.

پشتون خواهه ۾ قبائلي علائقن ۾ فوج ڪشي ڪئي
ٿي وڃي، گڏوڻ ۾ هارين کي ماريو ٿو وڃي. حڪمران
جبر جي استعمال ۾ ڪافي احتياط ۾ جو نه ڏکان به ڪم وٺن
ٿا. مثلاً بلوچستان ۽ اندرون سنڌ ۾ فوج ڪشي ڪرڻ ۾ ڪين
ڪا به شيءِ نه روڪيندي، پر پنجاب ۽ ڪراچي ۾ ائين
نه ڪري سگهندا، ڇاڪاڻ ته فوج پنجاب مان آهي، پنجاب
کي رعايتون ڏئي خاموش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا، پر جيڪڏهن
اتي ڪا مخالفت اڀري ته حڪمران جي خلاف ڳري طاقت استعمال
ڪري ان کي خاموش ڪري ڇڏيندا. ڪراچي ۾ وڏي منڊي جي
هئڻ ۽ وڏي شهر هئڻ سبب جيڪو معشيت، سياست ۽ مواصلات
جو مرڪز آهي. ان ۾ فوج ڪشي ڪرڻ سندن وس جي ڳالهه
ڪانهي، تنهن ڪري اتي پوليس کي وڌيڪ ڇوٽ ڏئي ڇڏيندا.
فوج ٿوري وقت لاءِ اچي واپس هلي پئي ويندي. سرحد ۾
ورتي افغان رجعت پسندن جي طاقت کي استعمال ڪندا.

جو ٿون نه رياستي جبر سان گڏ وڏي پيماني تي.

سياسي رشوتون ڏنيون ٿيون وڃن، پئسو پاڻيءَ وانگر وهايو
ٿو وڃي. ايم اين اي، ايم پي اي کي ڪروڙين رشوتون
ڏنيون پيون وڃن، پر هنن بند وبست سان حڪمرانن جو
سياسي بنياد وڌيڪ ناهي گهٽيو آهي. انهن جو گهوٽالو
وڌيو آهي گهٽيو ناهي.

اينده وقت ۾ حڪمرانن جو گهوٽالو وڌندو آهي
گهٽندو ناهي.

1. عالمي سوشلزم ۽ امن جي قوتن بين الاقوامي ڪشيدگي
گهٽجڻ سان International Detant جو ماحول پيدا ڪيو
آهي. (ضياءَ ٽولي جي حڪمراني جو جواز *legitimacy*
عالمي ڪشيدگي ۾ آهي.) عالمي ڪشيدگي گهٽجڻ جي
اثر هيٺ ۽ ساڳئي وقت علائقي جي پنهنجي حرڪي قوت
Dynamics ڪري اسانجو علائقو جيڪو اڳ ڪشيدگي
جو مرڪز بڻيو پيو هو تنهن ۾ ڪشيدگي گهٽ ٿيڻ جا،
امڪان وڌيڪ روشن ٿي ويا آهن. انهن مان هڪ خاص
ڳالهه آهي افغانستان جو مسئلو جنهن سبب پاڪستان
مهاڙي رياست Front line state هئڻ جي دعوا پيو ڪري.
سامراجي ان جي ان دعوا کي نه رڳو قبول پيا ڪن پر
ضياءَ ٽولي کان ان جي دعوا ڪرائي وٺي رهيا آهن.

ريگن گورباچوف معاهدي سبب افغانستان
جي مسئلي جي حل ڏانهن تمام تيز واضح پيش
قدمي جا امڪان ظاهر ٿيا آهن. افغانستان جي مسئلي
جي طئه ٿيڻ کانپوءِ آمريڪا جي خارجا پاليسي ۾ —

پاڪستان جي اڳ واري اهميت نه رهندي. ريگن جي انن سالن تائين جنگي جنون آمريڪي معيشت جو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيو آهي. 1986 جي نومبر ۾ آمريڪا ۾ مدارتي چونڊون ٿيون آهن انهيءَ ڪري ريگن اهڙي ڪابه جنگي جنون جي ڳالهه نه ڪندو جيڪا ان جي پارٽي جي اميد وارڪي چونڊن ۾ نقصان پهچائي، ڇاڪاڻ ته جنگي جنون واري سياست کي آمريڪا ۾ رد ڪيو ويو آهي. آمريڪا ۾ راءِ عامه جي جائزن مان معلوم ٿو ٿئي ته گورباچوف جي آمريڪا ۾ مقبوليت وڌي آهي ۽ ريگن جي گهٽي آهي.

2 آمريڪا جو جيڪو نئون صدر ايندو ڀوءِ اهو ريپبلڪن هجي يا ڊيموڪريٽڪ ان کي بهرحال بين الاقوامي ڪشيدگي کي گهٽائڻ — (International Detonte) ۾ ڪم ڪرڻو پوندو اهو ريگن جي پاليسي تي عمل ڪري نه سگهندو.

پاڪستان جي حڪمرانن جو سياسي بنياد آهي ئي ڪونه اهي رڳو ٻن قوتن تي ٻاڙين ٿا، هڪ رياستي جبر جي قوت ٻيو آمريڪي سامراج جو مٿن تي هٿ، پرخيملي ڪن، حيثيت پوئين عنصر جي آهي، حڪمرانن جي مٿي تان اهو هٿ کسڪي رهيو آهي.

3 افغانستان جي مسئلي حل ٿيڻ سان گڏ نار جي لڙائي جي ختم ڪرائڻ لاءِ خواهش ۽ ڪوشش وڌي رهي آهي، سلامتي ڪائونسل ان مسئلي تي وڌيڪ سنجيده نظر اچي رهي آهي. ايران ۽ عربيون دخو GCC جي نمائندي کي ايران جي دوري تي اچڻ لاءِ چيو آهي.

پاڪستان
پر نارجي لڙائي جي مسئلي تان آمريڪا ۽ پاڪستان
جي حڪمرانن جي وچ ۾ تضاد به ٿيا (جن کي انهن وقت
افغانستان جي مسئلي جي ڪري گهٽ ۾ گهٽ تيز نه ڪيو ويو)
هاڻي افغانستان جي مسئلي جي حل ٿيڻ سبب پاڪستان
جي اها حيثيت نه رهندي. پاڪستان جو نارجي لڙائي
۾ ڀرپور ڪردار ادا نه ڪرڻ سبب ئي سعودي عرب مان پاڪستاني
فوجين کي واپس ڪيو ويو جنهن جو مطلب ته پاڪستان پنهنجي
خارجا پاليسي کي اهڙي نموني هلايو آهي جو سندس دوست
به مٿس اعتبار ڪرڻ لاءِ تيار ڪو نهي.
ٻئي طرف وري علائقي ۾ ڀارت جو اثر رسوخ وڌيو آهي،
بين الاقوامي سرمائيداري پاليسي مان به ڀارت وڏيڪ فائدو
ورتو جي اصل ٿي ويو آهي. ڀارت جي سريلنڪا ۽ سارڪ ۾
پوزيشن وڌيڪ مستحڪم ٿي آهي. چين سان به ان جا تعلقات
سڌرڻ جي مرحلن ۾ آهن. سوويت يونين ۽ چين جا تعلقات
ٺيڪ ٿي رهيا آهن. چين ۽ هندستان جي تعلقات مان ڪشيدگي
گهٽجي رهي آهي، پر پاڪستان سوويت يونين جي 4.2 ارب
ڊالرن جي امداد ٺڪرائي چڏي آهي، ۽ افغانستان ۾
به ڪا نئون پيدا ڪري رهيو آهي.
عالمي ۽ علائقائي سرمائيداري جو ماحول وڌي رهيو
آهي، افغان مسئلي جي ختم ٿيڻ جا امڪان وڌڻ تائين،
صورت ۾ حڪمرانن لاءِ باقي رکيو اهو ٿو رهي ته ڀارت سان
ڪشيدگي وڌائڻ. ڀارت به عالمي ۽ علائقائي سرمائيداري
مان فائدو وٺي پاڪستاني حڪمرانن تي دٻاءُ —

وچڙ جي پوزيشن ۾ هوندو. جيڪڏهن آمريڪي مراتبي
چونڊن ۾ جيمي ڪارٽر چونڊجي آيو آهي ته اهو پنهنجي
پاليسي ۾ وڌيڪ پارٽين واري پاليسي تي عمل ڪندڙ هوندو.
ڇاڪاڻ ته عالمي ۽ علائقائي سرچاءَ ۾ هن علائقي ۾ پارٽ
جي وڌيڪ اهميت ٿي ويندي.

5- هتي جي رجعت پسند حڪمرانن ايشيا ۾ جاري عوام پنهنجي
واري تاريخي عمل مان ڪو سبق حاصل نه ڪيو آهي. مارڪوس
۽ ڊوواليئر جي آمريت جو خاتمو ٿي ويو آهي. ڏکڻ
ڪوريا ۾ فوجي آمريت جو خاتمو ٿيو، بنگلاديش ۾ فوجي
حڪمرانن خلاف عوامي جدوجهد ڪاميابي ڏانهن وڌي رهي آهي.
سريلنڪا ۾ جيوردينا رجعت پسند حڪومت پنهنجي انتها
پوري ڪري چڪي آهي. بين الاقوامي سرچاءَ آمريت خلاف
تاريخي عمل کي وڌيڪ تيز ۽ سگهارو ڪندي.

مٿين بحث جو نتيجو هي آهي ته :-

حڪمرانن جي اقتدار جا ٻه ٿنڀا
هئا. 1 رياستي جبر 2 سامراجي سرپرستي.

(الف) - اندرون ملڪ معاشي ۽ سياسي گهوٽالو حڪمرانن
جي جبر کي مٺو ڪري ڇڏيندو.

(ب) - بين الاقوامي سرچاءَ حڪمرانن تان سامراجي هٿ
کي هٽائي رهيو آهي.

تنهن ڪري ضياءَ شاهي جي وڌيڪ رهڻ جو ڪو به جواز ڪونهي
رهيو. تاريخ ان کي ڪباڙ خاني ۾ اڇلي ڇڏيو آهي، هاڻي
انهن لاءِ رڳو راهون تڪليل آهن يا ته چونڊون ڪرائين.

شايد 1989ع ۾ ڇاڪاڻ تہ 1988ع ۾ آمريڪا ۾ چونڊون ٿينديون، ۽ پاڻ کي ڪنهن بہ طرح سان چونڊ راڄ، پنهنجي حڪمرانيءَ جو جواز پيش ڪن، يا تہ ڪين سندن مرضيءَ جي خلاف زبردستي هٽايو ويندو. يا تہ انهيءَ طريقي سان 1990 تائين رهڻ جي تاريخ ليڪ ڏني ويندي آهي.

## اقتدار کان ٻاهر بورجوازي:-

اقتدار کان ٻاهر بورجوازي

وري حڪمران بورجوازيءَ جي مقابلي ۾ وڌيڪ ڪمزور، وڌيڪ انتشار جو شڪار آهي. هي بورجوازي مختلف حصن ۾ ورهايل آهي، انهن مان ڪي قدامت پسند آهن تہ ڪي اعتدال پسند، ڪي مذهبي جماعتن سان وابستا آهن. تہ ڪي وري لبرل آهن. منجهن شديد باهمي اختلافات ۽ بدگماني آهي. ڪي مرڪزيت پسند آهن تہ ڪي قوم پرست.

هي بورجوازي عوام جي آپارڪان بي پناهہ خوفزده آهي تہ حڪمران رجعت پسند بورجوازي ہ ڪين د بائي رهيو آهي. پاڻ وري ڪمزور آهي.. ونس آئيني ودڻ ۽ آڳوڻي ڪرڻ جي صلاحيت ڪانہ آهي، بسمارڪ اتلي جي بيڪي پاليسي تي تبصرو ڪندي جيڪو ڪجهہ چيو هو سوا سان جي هن بورجوازي سان بلڪل ٺهڪي اچي ٿو. بسمارڪ چيو تہ اٽلي ڪي گدڙ جي بڪ ۽ لومڙ جا ڏند آهن.. اسان جو هي بورجوازي ہ رياستي اقتدار جو مزو ماڻي ڏٺو، تو پنهنجي معاشي مفادن کي وسعت ڏيڻ گهري ٿو ہ پر ايوان اقتدار ۾ رجعت پسند ۽ فسطائي بورجوازي ويٺو آهي، جنهن ايوان اقتدار ڏانهن ويندڙ.

رستن تي هٿيار بند پهريدار بيهاري ڇڏيا آهن. هي بورجوازي
انهن سان وڙهي نٿو سگهي، ٻئي طرف وري عوام جي شعور
۽ اپار سان نوڙيڪ خوفزده ٿئي ٿو. ڪڏهن عوام جي
پٺيان لڳي پئي ٿو پر پوءِ عوام جو ساٿ ڇڏي وري سامراجي
۽ ٻين رجعت پسند قوتن ڏانهن موٽي اچي ٿو. انهن سان
مصالحت ۽ سمجهوتو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. هر ڀيرا عوام
جي طاقت ۾ اضافو ڪري ٿو ۽ هر مصالحت ۽ مفاهمت ۾ وڌيڪ
رجعت پسند بورجوازي طاقت حاصل ڪري وڃي ٿو. هن
پنهنجي قوتن جي وڃڻ لبرل ۽ قدامت پسند اقتدار سان. ٻاهر
بورجوازي جو وڌيڪ نقصان ۾ وڃي ٿو. ...

1983 ۽ 1984 وارن جد وجهد اقتدار سان ٻاهر جي
بورجوازي جي سياسي طرح سان وڌيڪ ڪمزور ڪيو آهي، ۽
ان کي وڌيڪ سماجي طرف ٿي ۽ ڌڪي ڇڏيو آهي. هن جو پهريون
اتحاد ايم آر ڊي پنهنجي افاديت وڃائي چڪو آهي. ايم
آر ڊي نه ته ڪو بنيادي نوعيت جو فيصلو ڪري سگهي ٿي نه
وري ڪنهن فيصلي تي عمل ڪري سگهي ٿي. بورجوازين جو
ابهرڻو پيو اتحاد اي پي سي جي صورت ۾ آيو جنهن ۾
پي اين پي، اين پي پي ۽ تحريڪ استقلال ۾ وري قومي
تنظيمات ٿي ويا آهن. حالانڪ تحريڪ استقلال اي پي سي
۾ شامل ڪانه ٿي هئي، بورجوازي جي طبقاتي ڪمزوري ان جي
پارٽين ۽ اتحادن ۾ به ظاهر ٿي رهي آهي. هڪ طرف ايم
آر ڊي ۽ اي پي سي ڪو به موثر ڪردار ادا نه ٿيون ڪري
سگهن ته ٻئي طرف وري پيپلز پارٽي، تحريڪ استقلال

جمعيت علماءِ پاڪستان ۾ امرتي نموني سان پيونسرمائيدارانه پارٽيون، وڏيڪ ڪمزور ٿيون آهن.

بورجوازين جو هڪ حصو مظلوم قومن جي قومن پرستن تي مشتمل آهي، جن کي هميشه جيل ۾ قيدو بند ۾ رکيو ويو آهي، پر هنن قومن پرستن ۾ به اتفاق ڪونهي - پراڻو ورثو، ماضي جون رنجشون، عدم اعتماد ۽ تلخ تجربا مختلف مسئلن تي سخت موقف وغيره کين ويجهو اچڻ کان روڪين ٿا. ڪي سنڌ ۽ ديش کان ڌار ٿيڻ جي ڳالهه ٿا ڪن، ڪي ڪنفيڊريشن کي مسئلن جو حل سمجهن ٿا. ڪي نئين آئين ساز اسيمبلي جي گهر ڪن ٿا ته ڪي ورهي ۱۹۴۰ع واري قرارداد مطابق خود مختياري جي گهر ڪن ٿا - جنهن وقت کان اي اين پي نئين آئين ساز اسمبلي جي گهر ڪئي آهي تنهن وقت کان فرنٽ ۾ اي اين پي جي وڃڻ ويجهڙائپ به پيدا ٿي آهي، پر اڃا تائين ان جي ڪا نئين شڪل ڪانه آهي. پي اين پي ۽ اي اين پي ۾ ڪشيدگي هلندڙ آهي. پي اين پي وري اين پي پي ۽ تحريڪ استقلال جي ويجهو ٿي وئي آهي.

قوم پرست قوتون جيڪڏهن سيئون ڳالهيون ڪري سگهن ته اهي اسان وٽ سياست ۾ بورجوازين جي حصن جي مقابلي ۾ تمام بهتر ۽ مثبت ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

(الف) قومي جبر جي خاتمي لاءِ هڪ نئون فارمولا تيار ڪرڻ.

(ب) باهمي اتفاق راءِ ۽ اشتراڪ - عمل پيدا ڪرڻ.

(ت) پنهنجي تنظيم تي توجه ڏيڻ ۽ مسئلن تي ماڻهن کي

متحرڪ ڪرڻ.

(ث) قومي سوال کي سامراج مخالف جمهوري جدوجهد سان جوڙڻ.

## بورجوازي سياست ۽ سياسي تحريڪون:

اسان وٽ بورجوازي سياست جي عمومي ڪيفيت اها رهي آهي ته ان ۾ مفاهمت، مصالحت ۽ سمجهوتي بازي جو عنصر وڏي حد تائين حاوي رهيو آهي. اسان وٽ معاشي بحران ۽ سياسي جمود جڏهن هڪ خاص سطح تي پهچي ٿو ته تحريڪون جنم وٺنديون آهن. تحريڪون جو درو شڪل اختيار ڪن ٿيون جا ڪاڻ ته بورجوازي اڳواڻي ڪرڻ جي اهل ناهي ۽ مظلوم طبقا اڳواڻي ڪرڻ لاءِ اڃان تيار نه آهن.

1983 ۽ 1986 وارين تحريڪن جو تجربو اسان کي ٻڌائي ٿو ته بورجوازين جا اقتدار کان ٻاهر وارا حصا جڏهن تحريڪن ۾ شامل ٿين ٿا ته انهن جي اڳيان اهو خيال هوندو آهي ته اقتدار ۽ سماجي دولت ۾ اهي پنهنجو حصو ڪيئن وٺڻ. اهي جدوجهد کي سماجي مسئلن سان جوڙيندا ناهن. حڪمرانن ۽ عوام جي وچ ۾ ٿيل ويڙهه کي پنهنجي حالت تي ڇڏي ڏيندا آهن. عوام جي تياري، رهنمائي ۽ جدوجهد جي ضرورت جي پورائي لاءِ انهن کي ڪنهن به قسم جي اُڻتڻ ڪانه هوندي آهي. هو اهي ڪري ڪندا آهن ته جيئن عوام جي جدوجهد کي هڪ حد اندر رکي سگهن ۽ پاڻ مفاهمت ۽ مصالحت جي پوزيشن ۾ هجن.

1983 ۽ 1986 واري جدوجهد جو تجربو

انهاڻڪي اهو به پڌائي ٿو ته سامراج جي دلال سرمائيدار
۽ رجعت پسند زميندار، فوجي ۽ شهري ڪامورا شاهي لبرل
۽ قدامت پسند بورجوازي جي ان ڪمزوري کان واقف آهن،
انهي طاقت سان عوام کي دٻائڻ شروع ڪن ٿا جنهن ۾ رياستي
طاقت جي هر حربي کي استعمال ڪن ٿا، پر لبرل ۽ قدامت پسند
بورجوازي کي پنهنجي حال تي ڇڏي ٿا ڏين. لبرل بورجوازي
عوام جي بي پناهه اڀار کان گهٻرائجي تحريڪ جي خاتمي جو
اعلان ڪري ٿو. حڪمران بورجوازي اقتدار کان ٻاهر جي
بورجوازي جي وجهي پٺي ٿپري ٿو. ان کي شاباش ڏئي ٿو،
ان کي چئي ٿو ته هاڻي اوهان محب آهيو! ۱۹۹۰ تائين انتظار
ڪيو، گهٽين، روڊن رستن جي ٽپالهه نه ڪيو. انهاڻڪي اوهان جون
سڀئي ادارا پسند آهن، پر گهٽين، روڊن ۽ رستن تي ليٽريون
ٻاهر نڪتان جي شرافت آهي يعني هر تحريڪ عوام جي شعور
۾ ۽ هر مصالحت رجعت پسند بورجوازي جي قوت ۾ واڌ آڻي
ٿي. اهي ٻئي ڳالهيون لبرل بورجوازي جي قيمت تي ٿي رهيون آهن.
مطلب ته اسان وٽ جيڪي به تحريڪون آيون آهن، تن ۾
بورجوا پرتن جو مقصد اهو هو ته اقتدار ۽ سماجي ترقي
۾ انهن جو ڪجهه حصو هجي، تنهن ڪري انهن تحريڪن
۾ مصالحت ۽ مفاهمت جو عنصر وڌيڪ حاوي هو. بورجوا
طبقي جو انقلابي ۽ جمهوري ڪردار اڳ ۾ ئي ختم ٿي چڪو
آهي. تنهن ڪري اهي جيڪڏهن ڪنهن تحريڪ ۾ شرڪت
ڪندا ته ڏسڻ به انهن جو مقصد اهو هوندو ته انهن جو
حصو ڪيترو وڌي ٿو. انهي ڪري انهن جي عمل ۾

سمجهوتي بازي وڌيڪ هوندي آهي، بورجوازي جي مختلف حصن ۾ تضاد غير مفاهمانه ۽ غير مصالحانه صورت تڏهن وٺي سگهن ٿا جڏهن سوال سماجي تبديلي ۽ رياستي اداري جي ڍانچي جو سامهون ايندو، اهو تڏهن ٿي سگهندو جڏهن انقلابي ڌريون سياسي عمل جي پيش قدمي پاڻ وٽ رکنديون، مظلوم طبقن کي منظم ڪنديون، انهن جي سياسي سوچ جي سطح بلند ڪنديون، انهن جي سياسي عمل ۾ رهنمائي ڪنديون ۽ حالتن آهر جدوجهد جي سڀني شڪلن کي پاڻ ۾ جوڙينديون. اسان وٽ بونئين ڳالهه ڪانهي تنهن ڪري پهرين ڳالهه آهي، انهي ڪري بورجوازي جي مختلف حصن ۾ نئين مصالحت ۽ مفاهمت کي اسان ڪنهن به صورت ۾ رد ڪري نٿا سگهون. اندرون ملڪ سياسي ۽ معاشي حالتون، عالمي علائقائي حالتون اسان وٽ صورتحال کي جيئن جو تيئن رکڻ statusque کي رد ڪري ڇڏيو آهي.

اسان وٽ بلدياتي چونڊون يا غير جماعتي چونڊون جمهوري اداري جي استحڪام يا سياسي عمل جي تسلسل لاءِ ناهن پر بورجوازي طبقي جي مختلف حصن جي وچ ۾ مصالحت، سمجهوتي بازي مفاهمت جون شڪليون آهن جهڙي طرح سان ايم آر ڊي ۽ اي پي سي.

**وچولو طبقو:-**

اسان وٽ وچولو طبقو ڪيترين ئي تبديلين

مان گذري آيو آهي. ان جا پراڻا حصا ۽ پارٽيون سياسي ۽ سماجي اسٽيج تان گهڻو ڪري هٽي ويا آهن. نوان حصا انهن جي جاءِ والارڻ لاءِ اڳتي آيا آهن، وچولي طبقي جا اڳيان حصا جيڪي سياست ۾ تمام گهڻو تيز ۽ سرگرم هوندا هئا، جهڙوڪ قومي محاذ آزادي، سابق عوامي تحريڪ، مزدور ڪسان پارٽي وغيره، جيڪي جمهوريت پسند ۽ سامراج مخالف هئا تن جي سياست هاڻي بلڪل بدلجي وئي آهي. انهن پنهنجي ماضي جي بهتر روايتن کي ترڪ ڪري بورجوا سياست اختيار ڪئي آهي، ماضي کان حال ڏانهن سفر ۾ انهن پارٽين پيٽي بورجوا شان بورجوا ۽ ريڊيڪل کان اعتدال پسند سياست ڏانهن رخ ڪيو آهي.

سياست جي هن واڌ ۾ جن ڏرين نوان تنظيمي ڍانچا اختيار ڪيا تن جو اثر وڌيو آهي جهڙوڪ سابق عوامي تحريڪ باقي قومي محاذ آزادي ۽ مزدور ڪسان- پارٽي جيڪي سياست جي مابعد الطبعياتي تصور تي قائم رهيا تن جي واڌ ٿي نه سگهي آهي. ان جا نوان حصا سياسي ۽ سماجي اسٽيج تي آيا آهن. نهي نوان حصا اڳين تنظيمي ڍانچن کي تبديل ڪري رهيا آهن. ڇاڪاڻ ته انهن تنظيمن جي بيهڪ نئين حالتن کي جذب ڪري نه ٿي سگهي. بي ايس او ۾ ڏڦيرا بندي، پيپلز پارٽي جي نوجوان ڪارڪنن جي مايوسي، ۽ پختون عوامي ملي اتحاد جو قيام، نئين قوتن جي اڳتي اچڻ جي نشانبري ڪن ٿيون.

وچولي طبقي جي ورهاست هرو ڀرو اهڙي سادي
ناهي. خاص ڪري سنڌ ۾ ان جي انتهائي مشڪل ۽ پيچيده
شڪل ۽ بيهڪ آهي. اهو مختلف لساني، نسلي ۽ قومي گروهن
۾ ورهايل آهي. ان جي سياسي سوچ ۽ عمل به مختلف آهي.
پر وچولن حصن ۾ پيٽي بورجوازي ۾ ڪجهه ڳالهيون مشترڪ
هونديون آهن. وچولن پرتن جا مفاد محدود هوندا آهن.
تنهن ڪري اهو گهڻو ڪري مقامي حدن ۾ ويڙهه ڪرڻ پسند
ڪندا آهن جهڙوڪ جيئي سنڌ تحريڪ، ايم ڪيو ايم،
بي ايس او، پختون خواهه نعپ وغيره. هن وقت اهڙي ڪا به
سياسي پارٽي ڪانهي جيڪا سياست جي مڪمل ڌارا ۾ پيٽي
بورجوا طبقي جي آزادانه نمائندگي ڪندڙ هجي. دراصل
اسان وٽ مسئلن ۾ ايتري ته پيچيدگي آهي، خاص ڪري
قومي سوال ۾. وچولو طبقو گهڻو طرفي ويڙهه ڪري
نه ٿو سگهي. ٻيو ته سامهين ڌر سامراج جي سرپرستي ۾
ايتري ته طاقت گڏ ڪري ورتي آهي جو وچولو طبقو پنهنجي
جدوجهد ۾ رومانس پسندي کان مٿي چڙهي نه ٿو سگهي.
جيئن سرمائيداري جي واڌ ٿي آهي ته پيٽي بورجوازي
وچين پرتن ۾ حصن جي به واڌ ٿي آهي، پر اسان وٽ
سرمائيداري جو منڊي ۾ سماجي بنياد وڌيو ناهي.
تنهن ڪري اها وچين پرتن کي کپائي نٿي سگهي،
انهن جو بهتر استعمال ڪري نه ٿي سگهي. وچيان پرت
سرمائيداري ”جنگل“ ۾ شفيع محمد شاهه آهن.
جيڪي پاڻ کان بيزار آهن، بندوق کڻي ٿي رکي

وڌن سماج کان پڌرو ونندا. اهي رڳو ٻه ڳالهيون چاهين ٿا ته محمود صديقي (سرمائيدار) کين ملي وڃي ته ان کي قتل ڪن، جنهن کين پيدا ڪري لوڙهي تي اڇلي ڇڏيو. ٻيو منصور بلوچ (سماج) کين پنهنجو پاڻ تسليم ڪري. هنن سان ويڙهه اها آهي ته منصور بلوچ کين پاڻ تسليم نٿو ڪري ته، ان سان ٽڪرائجن ٿا، ان کي قتل ڪري ٿا ڇڏين، پر جڏهن محمود صديقي وٽ پهچن ٿا ته اهو فالج زده آهي، باقي شفيع محمد شاهه کي ڇني ٿو ته ان کي قتل ڪر جيڪو هر برائي جي جڙ آهي، پر شفيع محمد شاهه ڪنڌ هيٺ ڪري هليو ٿو وڃي سرمائيداراڻي "جنگل" ۾.

جنگل ۾ ڪيترائي پيچرا هوندا آهن، پيچرا وري منزل تي نه پهچائيندا آهن، منزل تي پهچڻ لاءِ رستو هوندو آهي. پيچرا ته اڃا رستي سان ملندا آهن. سرمائيداري جي "جنگل" مان نڪرڻ لاءِ واحد رستو سڌو رستو ورائوندو آهي. باقي پيچرا ته لڪجي ۾ ويندا آهن، منجهي ۾ ويندا آهن، ڪجهه ۾ ويندا آهن. پيچرن تان هلندي ماڻهو اٿين ۾ موٽي ايندو آهي جيئن شفيع محمد شاهه محمود صديقي سان ملي موٽيو هو.

سنڌ ۾ وچولي طبقي جي بيهڪ ۾ جيڪا پيچيدگي آهي تنهن جي مڪڙي شڪل اها آهي ته ايم ڪيو ايم جهڙيون تنظيمون اڀري آيون آهن، جنهن جي رد عمل طور تي ڪي رجعت پسند تنظيم جي ٻي آءِ پيدا ڪئي وئي آهي. ايم ڪيو ايم مهاجرن کي جماعت اسلامي—

پاڪستان ۾ مسلم ليگ جي اثر کان ڪڍيو آهي.

گذريل ڏهن سالن کان انهن جي هٿن ۾ بي حس قوت کي جاڳايو آهي، پر ان جو منفي پاسو وڏو بيڪ گرائونڊ آهي. ايم ڪيو ايم قومي سوال جي جاءِ تي لساني ۽ نسلي سوال کي اڀاريو آهي. مهاجرن سنڌين جي ناليءَ ۾ پراڻن سنڌين جي ويڇوڻيءَ ٿيا، ايم ڪيو ايم ان عمل ۾ رڪاوٽ پيدا ڪئي آهي. ايڏو ڪيو ايم جمهوري جدوجهد جي مرڪز کي لساني ۽ نسلي هنگامن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. مهاجر وچئين پرتن جي زبردست قوت جيڪا سامراج ۽ ان جي پالتو ڪتن/ايجنٽن خلاف استعمال ٿيڻ کپي ها سا نسلي فسادن ۾ ضايع ٿي رهي آهي.

بلديياتي چونڊن کان اڳ ۽ پوءِ ايم ڪيو ايم جي پاليسي ساڳي رهي نه سگهندي. بلدياتي چونڊن کان اڳ ايم ڪيو ايم مهاجر وچولي طبقي ۽ بي روزگارن جي اهڙي تنظيم هئي جيڪا مهاجر بيوروڪريسي ۽ سنڌ ن سرمائيدارن ۽ ڪاٺياواڙي سرمائيدارن جي مفادن جو پنجاب جي ڪامورن ۽ سرمائيدارن کان بچاءُ ڪري رهي هئي. حڪمران ان کي جمهوري جدوجهد ۾ پيپلز پارٽي خلاف استعمال ڪري رهيا هئا، غوث علي شاهه ان کي جماعت اسلامي خلاف به استعمال ڪيو.

بلدياتي چونڊن کان پوءِ ايم ڪيو ايم رياست جي انهن ادارن ۾ پهچي وئي آهي جن وٽ قوت ڪانهي پر انهن جي ذمي پبلڪ ورڪس —

(رفاهه عام). ايم. ڪيو ايم مهاجرن جي جنهن لهر
تي اُڀاريو آهي، تنهن کي ڪناري لڳائي سگهندي؟
بلدياتي ميمبرن ۽ ڪائونسلرن کي رشوت ۽ بدعنواني
کان روڪي سگهندي؟ پنهنجي چونڊيل ڪارڪنن تي
ضابطو رکي سگهندي؟ ان صورت ۾ ته ايم ڪيو ايم جا
نه ته فڪري بنياد آهن، نه ته سياسي شعور آهي، نه وري
تنظيم سواءِ الطاف ۽ چند جذباتي نعرن جي، صورت حال
جو نئون پاسو. حڪمرانن کي فوري طور تي جمهوري جدوجهد
کي منهن ڏيڻ جو خطرو ڪونهي، پيپلز پارٽي بلدياتي
چونڊن ۾ مسلسل زخم چٽي رهي آهي. غوث علي شاهه
سان جماعت اسلامي محاذ ۾ ناهي ته پوءِ حڪمران،
ڪيتائين ان ڏيو کي قبول ڪندا جنهن کي انهن پاڻ پيدا
ڪيو آهي. اڳ ڪار پڌائين ٿا ته حڪمران ايم ڪيو ايم جي
مٿي ٿا ان نهٽ هڻائيندا. جيڪڏهن اهين نئين وڏي ۽ ٿي
آءِ سٽي منظر ڪرم وڌندي (وڌيڪ)، جيڪا ارجنٽ پسند آهي،

اسان وٽ وچين ٻيرڙن لاءِ اهو يونٽ بند بيوک
طبقو تيل آهن، جنهن کي اهي اورانگي نٿا سگهن. وچولو
طبقو پنهنجي سرسي تي، طاقت ۽ تنظيم سان سياست
جي ميڪانيه ڌارا ۾ شريڪ ٿي نٿو سگهي، ان کي يا ته
بورجوازي جي پٺيان لڳڻو آهي يا ته مزدور طبقي جو ساٿ
ڏيڻو پوندو، بورجوازي هميشه ان عمل لاءِ تيار بيٺي رهيو
آهي ته اهو وچولي طبقي جي قوت کي پنهنجي حق ۾ استعمال
ڪري، هاڻي مزدورن جي پارٽي جو فرض آهي ته

وچن پرتن ۽ حمن کي    پاڻ ڏانهن ڇڪي، اسان
وٽ وچولي طبقي ۾ مايوسي ۽ نااميدي جي هڪ نئين
لهر جي پٺي اها آهي ته پيپلز پارٽي جي قوت جو
بنياد آهي جو بندن ۾ پوليس سلي پوڻ ۽ پيپلز پارٽي جي
اندر ٻٽا ساهي ڌر ۽ ساڄي ڌر جي وچ ۾ ڪشمڪش
جو پيدا ٿيڻ، ۽ ٻيو وري ايم ڪيو ايم سان ڇڪتاڻ
وچولو طبقو مايوس ٿي ڪرندو.

# مزدور طبقو ۽ اسانجي پارٽي.

اسانجي پارٽي - مزدورن جي پارٽي آهي، حڪمرانن ۽ سرمائيدارن مزدور جدوجهد کي روڪڻ ۽ ڪچلڻ لاءِ جيترو پيچيده قانوني جارُ اُڻيو آهي، هيا حربا استعمال ڪيا آهن ۽ رياستي جبر کان ڪم ورتو آهي، سماج جي ٻي ڪنهن حصي لاءِ ايترو يون رنڊڪون ۽ پيچيدگيون پيدا نه ڪيون آهن،

مزدورن جي معاشي جدوجهد ۾ ٻه ڳالهيون اهم ٿيندڙيون آهن. هڪڙو مزدورن جي ٽريڊ يونين تنظيم ۽ ٻيو غير مشروط حق هڙتال. پر اسان وٽ حڪمرانن ۽ سرمائيدارن ٽريڊ يونين کي روڪڻ لاءِ اڻ ڳڻيا حربا استعمال ڪيا آهن، جهڙوڪ ٽريڊ يونين ٺاهڻ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪرڻ جنهن لاءِ پوليس، ليبر ڊپارٽمينٽ ۽ ٽريڊ يونين اڳواڻن کي خريد ڪرڻ جا حربا استعمال ڪيا ويندا آ. ٺيڪيداري سسٽم ۽ گروپ سسٽم ملايو وڃي ٿو.

پاڪيٽ يونين ٺاهي وڃي ٿي. يونين جي رجسٽريشن ۽ سي بي اي جو چڪر هلايو وڃي ٿو. مزدورن منجهان اشرافيه ۽ موقع پرست اڳواڻي پيدا ڪئي وڃي ٿي.

پنهنجي معاشي مطالبن لاءِ مزدور پهريائين پنهنجي سي بي اي يونين معرفت چارٽر آف ڊيمانڊ ڏيندا، جنهن تي ڪيترن مهينن تائين ڳالهيون ٿينديون، ڳالهين جي ناڪامي جي صورت ۾ معاملو ——

ڪنسليڊيشن ۾ ويندو آهي ته فيصلو ٿي نٿو سگهي ته
پوءِ معاملو آربٽريشن ۾ ويندو ۽ انهي ۾ هفتا ٽي
ڇانئجو سرمائيدار رکي ٿئي ٿو. پر جڏهن ڪالهوڙا جا
سڀئي ذريعا ناڪام ٿين ٿا. ڪنهن جي خيرواري ڪارخاني
دا رمتي هوندي آهي، ته پوءِ ورڪ مزدورن کي
هڙتال لاءِ پندرنهن ڏينهن جو نوٽيس اڳواٽ ڏيڻو
پوندو آهي. انهيءَ عرصي ۾ پنج ڇهه مهينا لڳي
وڃن ٿا. تيستائين آئين ۾ چاڙهين ڏٺه ڏهاڙي سومرا"
وار مزدور ڪٿي جا مير ڪري سگهن. اهي سڀ لڪ لنگهي جيڪڏهن
مزدور هڙتال ڪن ٿا ته مٿن رياست جي جبرواري مشين
آڻي پيهارين ٿا.

اهڙا آهي مزدورن جي ٽريڊ يونين جي جدوجهد
جي حالت، پر سياسي شعور جي لحاظ کان مزدور وري تمام
گهڻو پسمانده آهن. مزدورن جي سياسي شعور جي سطح
بلند ڪرڻ لاءِ ۽ انهن جي نظرياتي تعليم جو ڪو به بندوبست
نه ڪيو ويو آهي. حڪمران طبقن پنهنجي طبقاتي مفادن
لاءِ مزدورن ... کي سياست کان هر طرح سان پري
رکڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، ته انقلابي اڳواڻن وري
موقعي پرستي جو مظاهرو ڪندي مزدورن کي سياسي
عمل کان پري پئي ڪيو آهي. مزدورن جي طبقاتي
جدوجهد جو پهريون ڏاڪو انهن جي ٽريڊ يونين
جدوجهد آهي، پر مزدور پنهنجي ٽريڊ يونين
جدوجهد ۾ ايستائين بهتر نموني سان نڀائي نٿا

سگهن جيستائين اهي سياسي شعور سان سرشار نه هجن ۽ سياسي جدوجهد ۾ شريڪ نه هجن. مزدور تحريڪ ۾ يڪ طرفيت ڪانه هوندي آهي، اها همه گير مربوط هوندي آهي. مزدورن جي همه گير ۽ مربوط جدوجهد لاءِ مزدور طبقي جي پارٽي جي ضرورت هوندي آهي. مزدور جدوجهد جي ڪاميابي لاءِ مزدورن جي پارٽي جو سگهارو هجڻ ضروري آهي. مزدورن جي پارٽي [illegible] سگهاري ٿي نه ٿي سگهي جيستائين مزدور جدوجهد پختي نه ٿي.

اسان وٽ مزدور طبقو ڪيفيتي طرح سان باشعور نه آهي پر مقداري طور تمام گهڻو آهي. جسماني پورهيو ڪندڙ مزدور به آهن ته فني ڄاڻ رکندڙ به آهن. صنعتي ۽ غير صنعتي مزدور آهن، زرعي ۽ موسمي مزدور آهن. مناسب تعليم، تربيت ۽ تنظيم سان مزدور اسان وٽ سياسي عمل ۾ هراول ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

اسان جي پارٽي ۾ به تمام گهڻيون کوٽون ۽ ڪمزوريون آهن. باشعور ۽ تجربيڪار دانشورن اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جي کوٽ آهي. اهڙا دانشور جيڪي مختلف مسئلن جو انتهائي گهرائي سان تجزيو ڪري ڪنهن نه ڪنهن نتيجي تي پهچن اهڙا اڳواڻ جيڪي مختلف سطحن تي ڪارڪنن جي تنظيم، تياري ۽ عمل ۾ رهنمائي ڪري سگهن ۽ اهڙا ڪارڪن جيڪي عوام سان ويجهو رابطو رکڻ جا اهل هجن، جيڪي ماڻهن جي مسئلن کي سمجهندڙ هجن، جيڪي روزمره جي حالتن جو پورو ادراڪ رکندڙ هجن، جيڪي بروقت

پيش قدمي ڪري سگهن، انهيءَ ۾ تنظيمي صلاحيت هجي، پرو پيگنڊا ۽ ايجيٽيشن ڪري سگهندا هجن. بهادر ۽ خوداعتماد هجن.

— شخصيتن جي اهميت به هوندي آهي، پر اسان شخصيتن کي رد به ڪيو آهي، ته ذهن به اسان جي ڪم جو گهڻو دارومدار ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان فرد واحد تي هوندو آهي.

جيڪو ڪٿي اڪيلو ان جو نگران هوندو آهي، ان جي غيرموجودگي ۾ اهو ڪم ٿي نه سگهندو آهي، پر ساڳئي وقت اهو به ڏسبو ته نه پنهنجي پيٽ ايتري به اچي وئي آهي جو جيڪڏهن انهن نوجوان ساٿين کي بهتر موقعو ڏيون، انهن جي همت افزائي ۽ رهنمائي ڪئي ته ڪم بهتر نموني سان هلي سگهي ٿو. اسان وٽ هيٺئين درجي جي ليڊرشپ جي کوٽ ناهي رهي جنهن کي ٿوري ضروري تربيت ڏئي اسان پهرئين درجي تي آڻي نٿا سگهون.

ٻوڏي ۾ وڏي کوٽ آهي مالي وسيلن جي، جنهن جي الڳ رپورٽ پيش ٿيندي، هتي رڳو اهو چوڻ ڪافي ٿيندو ته اسان وٽ مالي کوٽ ايتري ته گهڻي آهي جو پيا ڪم رڳو ان کوٽ سبب ڪونه ٿا ٿين.

انهن سڀن کوٽن هوندي اسان جي پارٽي لاءِ ٻه وڏي ۾ وڏيون کوٽون آهن.

(الف) پارٽي جي موثر تنظيم ۽ حيثيت اڃا رڳو سنڌ ۾ آهي.

(ب) صنعتي مزدورن ۾ اسان جو ڪم اڃا ن مضبوط ڪونه ٿيو آهي.

انهن کوٽن کي خيال ۾ رکي اسان کي طئه

ڪرڻو ٿو پوي ته ٻن سالن جو عرصو اسان کي تياري لاءِ رکڻو پوندو جنهن ۾ اسان اهي ڪوتاهيون پوريون ڪرڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا. جنهن لاءِ راهه پارٽي کي حقيقي معنيٰ ۾ ملڪ گير ڪرڻ لاءِ اسان کي انضمام ۽ اعتماد جي وڏن سلسلن مان گذرڻو پوندو، جنهن لاءِ رڪاوٽون به پيدا ٿينديون، ڪافي خوش فهميون ۽ غلط فهميون به ٿينديون، تمام وڏيون غلطيون ۽ ڪوتاهيون به ٿينديون، پر اڳتي جو اهو دريا پار ڪرڻ کان سواءِ ٻيو طريقو به ڪونهي. اسان ڪميونسٽ تحريڪ ۾ ايڪتا جي جيڪا ڪوشش ڪئي آهي، سا هن وقت تائين ڪامياب ٿي نه سگهي آهي، ڇاڪاڻ ته (الف) ڪميونسٽ تحريڪ جا مختلف جٿا ڪمزور آهن، انهن جو سياسي ۽ تنظيمي بنياد مضبوط ڪونه آهي، حالتن جي مجبوري ۽ دٻاءُ جي ڪري انڪار به نٿا ڪري سگهن، پر اعتماد سان ڪو به قدم اڳتي وڌائڻ لاءِ تيار نه ٿا ٿين، اڻ ڄاتل خوف ۽ وسوسن جو شڪار آهن، انهيءَ ڪري خطرو کڻي پيش قدمي لاءِ تيار ڪونه آهن. (ب) ڪميونسٽ تحريڪ جي ماضي جو ورثو امهيبنا هي سلهڻي تعصبات ۽ اثرات اڃا تائين موجود آهن. ڪميونسٽ تحريڪ گروهه بندين ۽ حلقه بندين ۾ ڪم ڪرڻ جي عادي ٿي وئي آهي؛ انهيءَ ڪري مظلوم طبقن ۾ وڃي پنهنجي سڃاڻپ ڪرائڻ، انهن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ ۽ انهن جي رهنمائي ڪرڻ جو سوال ڪميونسٽ تحريڪ

جي آڏو ڪو سنجيده مسئلو رهيو ئي ڪونهي.

(ت) فڪري ڪمزوري جنهن ڪري حالتن جو ٺوس
تجزيو ڪري نه ٿي سگهي. انهن حالتن مطابق تنظيم -
جوڙجڪ ۽ عمل جي ٺوس واٽ طئه ڪجي سو ٿي نه سگهيو
آهي. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو C.C وارا
پنهنجي حلقه بندي ۾ ذهن گهرڻ ٿا، ته سيج اجلاس
وارا هڪ طرف ANP جي پٺيان آهن، ته ٻئي طرف
وري ٻين کي رفيقانه مشورو ته ڏين ٿا پر جن نقطن تي
انهن کي پنهنجي آڳين پارٽي سان اختلاف هو، پاڻ اهي
ساڳي چالهه ڪن ٿا. ٽئين طرف وري اهي قوم پرستن کان
به وڌيڪ قوم پرست ٿيڻ جي ڊوڙ ۾ لڳا پيا آهن.

اڪثريت وارا دوست به اهو ٿا سمجهن ته چار جيڪي هن
ڪميونسٽ پارٽي جي ناليءَ ۾ بيان ڪيو ته جڻ پارٽي
پنهنجا ڪميونسٽ تحريڪ وارا فرض پورا ڪري ڇڏيا.
سوشلسٽ پارٽي وري قومي سوال صحيح يا وري -
جمهوري جدوجهد انهن کي بورجوا سازش چئي رد
ڪري ڇڏيندي. هنن جي مارڪسزم زٻان ۾ آهي ته
اهي تسليم ٿيل آهن، انهن جي ٻئي مارڪسزم آهي
سني آر اسلم کان عوامي جمهوريت پڙهي ٿا ئين.

1983 ۽ 1986 جي جدوجهد ۾ عوام جيڪي -
ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن، انهن کي مستحڪم ڪرڻ
۾ ان مان فائدو وٺڻ جو ڪين ڪو به خيال ڪونهي، نه
وري سوويت يونين ۾ سوشلسٽ دنيا ۾ جاري نئين اڏاوت

( ۽ ڪليل ماحول ( ) جي عظيم
تجربن کي جذب ڪرڻ لاءِ تيار آهن

سامراج دشمن (مخالف) محاذ جي ناهڻ لاءِ جيڪا به ڪوشش ڪئي آهي سا ڪامياب ٿي نه سگهي آهي، البت به ان جا امڪان گهٽ آهن، جاڪاڻ ته اهي پارٽيون جيڪي پاڻ کي سامراج مخالف ۽ جمهوري چون ٿيون،

(i) سي تنظيمي جوڙجڪ ۽ سياسي حڪمت عمليءَ ۾ ڪنهن بورجوا پارٽيءَ کان مختلف ناهن.

(ii) انهن جون انهن طبقن ۽ پرتن ۾ پاڙون ناهن جيڪي حقيقي جمهوري ۽ سامراج مخالف آهن.

(iii) سياست کي جمهوري مسئلن سان جوڙڻ کون ٿيون، تنهن ڪري انهن جو جيڪڏهن ڪو پيورح ٿئي ٿو ته ايم آر ڊي جي ساڄي پاسي اي ٻي سي ڏانهن نه ٿئي ٿو، پر ان جي کاٻي پاسي سامراج مخالف نه ٿو ٿئي، تنهن هوندي به اسا نکي اتحادن ۽ محاذن جي لاءِ ڪي هميشه قائم رکڻو پوندو.

## سنڌي اتحاد

اسان پنهنجي تجزيه ۾ جيڪو ڪتابي صورت ۾ ڇپيو آهي- ڇپيو هو ته سنڌي اتحاد بنيادي طرح سان پليجي صاحب جي سمجهوتي بازي جي پوزيشن کي وڌائڻ لاءِ ٺاهيو ويو ۽ جي ان جي ٺاهڻ اچڻ ۾ ڪاگهٽي ديرڪان ٿي آهي، منٿي واري مسئلي اتحاد لاءِ هڪ سوال پيدا ڪري ڇڏيو، ٽريبيونل جيڪي

۽ شاهديون ڏنديون. ان مطابق پليجو صاحب ڏوهي هو. ان مرحلي تي ٽربيونل لاءِ سوال پيدا ٿيو ته هاڻي اهو ڇا ڪري، جيڪڏهن پليجي صاحب جي حق ۾ فيصلو ڏيو ٿي ته اهو فيصلو قبول نه پيو ڪيو وڃي. جيڪڏهن پليجي صاحب جي خلاف فيصلو ڏيو ٿي ته ان کي پليجو صاحب قبول نه پيو ڪري. ٽربيونل مصلحت پسندي کان ڪم ورتو ۽ ڪو به فيصلو ڪونه ڏنو. پر تاريخ فيصلو ڏئي چڪي آهي.

موضوعي عنصر جي پختگي ۽ تياري

لاءِ انقلابي پارٽيءَ جو ٻين ادارن کان وڌيڪ اهميت وارو ادارو هوندو آهي مرڪزي ڪاميٽي. اسان جي ڏنل مرڪزي ڪاميٽي ڪيترن لحاظن کان بهتر ڪارڪردگي ۽ رهنمائي جو ڪردار ادا ڪيو آهي. صرف پوئين اڍ سال ۾ م ـ ڪ رهنمائي ڪري نه سگهي، ڪرڪيٽرش لاءِ ڪڏهن جڏهن آهن نه فارم ۾ ناهن بلڪل اهڙي طرح سان م ـ ڪ جا تقريبًا سٺ سيڪڙو ميمبر ڇڙواڳي ۾ ۽ پٽ جو شڪار ٿي ويا. ان جا بنيادي ۾ سبب آهن هڪ مالي وسيلن جي کوٽ ۽ ٻيو ساٿين جي نظرياتي ۽ سياسي سوچ جي هيٺئين سطح، تنهن ڪري اهي هڪ خاص وقت تي جنهن وقت ٿي نئين صورتحال اچي ٿي تڏهن اهي حالتن کي سمجهي نه ٿا سگهن، پر هاڻي اسان جي پارٽي وڌيڪ باشعور ۽ تجربيڪار آهي. اسان جي پارٽي جي نئين مرڪزي ڪميٽي

امید آهي ته وڏيڪ با صلاحيت هوندي، ۽ رهنمائي جا
فرض وڏيڪ بهتر نموني بيان ادا ڪري سگهندي.

پارٽي کي ايندڙ وقت ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ جيڪي به حالتون
ملنديون، سي هي آهن.

1. بورجوازي جا مختلف حصا پنهنجي تضادن جي طئه ڪرڻ
لاءِ سمجهوتي بازي کان ڪم وٺندا، هو هڪ ٻئي
سان معاملو طئه ڪرڻ ۾ وڏي ۾ وڏي پر امن طريقا استعمال
ڪندا، پر اهي جيڪو به معاملو طئه ڪندا تنهن ۾ طاقتور
۽ حڪمران، رجعت پسند بورجوازي مخالف ڌر جو ڪردار ادا
ڪندڙ بورجوازي جي مقابلي ۾ وڏيڪ طاقتور ٿي ويندو.
لبرل ۽ قدامت پسند بورجوازي جيئن ڪمزور ٿيندو، ته
ان جا ڪجهه حصا ساڄي طرف هليا ويندا، باقي جيڪي
پنهنجي پوزيشن تي رهڻ گهرندا، انهن جو عوام تي
اثر ۽ گرفت ڍري ٿيندي ويندي، رجعت پسند ۽
عوامي قوتون سڌو سنئون هڪ ٻئي جي سامهون
ايندا ويندا.

2. انقلابي قوتون ايتريون مضبوط ۽ منظم ناهن جو عوامي
اپارٽي منظم ڪري سگهن، ۽ انهن جي رهنمائي ڪري
سگهن، تنهنڪري سياسي مسئلن تي هلچلون ٿينديون
رهنديون، پر ڪنهن وڏي حل جلد جو هوري امڪان ڪونه
آهي، پر اسان وٽ ملڪي معيشت جو ڏيوالو نڪتو
پيو آهي، ۽ حڪمران عوام جي بي پناهه نفرت جو
شڪار آهن، ان صورت ۾ جيڪڏهن انهن عالمي.

هي سوال آهي ته جن قوتن کي ان منظم ڪيو آهي، ۽ ميدان تي آندو آهي، انهن کي هاڻي ڪيئن ته ڪنٽرول ڪري. انقلابي قوتن لاءِ اهو سوال هوندو ته اردو ڳالهائيندڙن جي هن زبردست قوت لاءِ هاڻي ڪهڙي حڪمت عملي تاجوڙين جيڪي منظم ۽ متحرڪ آهن، پر جن وٽ سياسي سوچ جي چٽائي ڪانهي. سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جو وچولو طبقو قومي حقن ۽ سامراج مخالف جدوجهد ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪندو رهندو، پر ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته انهن کي منظم ڪيو وڃي. انهن جي صحيح رهنمائي ڪئي وڃي.

هي مزدورن جي نئين اڀار لاءِ حالتون هر طرح سان سازگار ٿي رهيون آهن. معاشي بحران وڌي رهيو آهي. جنهن جو هيو ڪو به حل ناهي. مزدورن تان عام جمهوري صورتحال ۾ جيئن جبر ڪجهه گهٽ ٿيندو ته نون اڀارن جا امڪان رهندا.

يعني سياست جو عام رخ، مکيه ڌارا (بورجوا سياست) گهڻو ڪري پرامن هوندي، پران سياست ۾ مظلوم طبقن جي سياست جو مسو نمايان هوندو، پر مسئلن تي، يعني طبقاتي سوالن تي مندي وڌي هلچل هلندي رهندي، ۽ ان ۾ شدت به ايندي. طبقاتي مسئلن تي جدوجهد انقلابي سياست جو بنياد مضبوط ڪندي. اسانجي تدبير اها هوندي ته سياست جا سيئي پرامن طريقا استعمال ڪندي اسان طبقاتي مسئلن تي جدوجهد ڪيون بلڪه وڌي چڙهي جدوجهد ڪيون، انتي رهنمائي وارو ڪردار ادا ڪيون

اِتان پنهنجو بنياد مضبوط ڪري سياست جي
ٽڪيه ڏارا ۾ داخل ٿيون.

* پورو ٿيو *

هي واقعي سچ آهي ته سرمائيداري نظام ۾ توهين
ظلمن ڏاڍ (عام طور تي سياسي ظلم ۽ ڏاڍ
جو خاتمو ڪرڻ ناممڪن آهي. ان جي لاءِ
لازمي ٿيو وڃي ته طبقن جو خاتمو ڪيو وڃي
يعني سوشلزم جا بنياد رکيا وڃن.

ڪامريڊ لينن

سوشلسٽ انقلاب رڳو ڪو هڪ قدم ناهي، ڪٿهن

هڪ مورچي

هڪ ئي مورچي تي لڙائي ڪونه آهي، پر شديد طبقاتي جدوجهد جو پورو دور آهي. سمورن مورچن تي لڙاين جو هڪ پورو سلسلو آهي. يعني اقتصاديات ۽ سياست جي مڙني مسئلن جي چوڌاري سموريون لڙايون، جن جو واحد انجام بورجوازي جي ملڪيت جي ضبطي ٿي سگهي ٿو. اهو سمجهڻ بنيادي غلطي ٿيندي نه ڪو، جمهوريت جي لاءِ جدوجهد پرولتاريه کي سوشلسٽ انقلاب جي رستي کان ڀٽڪائي سگهي ٿي. يا انهيءَ ئي ڍڪ وجهي سگهي ٿي، وغيره وغيره. انهيءَ جي برخلاف، جيئن سوشلزم ان وقت تائين فتح حاصل ڪري سگهي، جيستائين ڪه مڪمل جمهوريت کي رواج ميں نه آڻي. اتي پرولتاريه ان وقت تائين بورجوازيءَ تي فتح حاصل ڪرڻ جو سانپيا هو نٿو ڪري سگهي جيستائين ڪه جمهوريت جي لاءِ پرپور، لڳاتار ۽ انقلابي جدوجهد نٿو ڪري: —— ڪامريڊ لينن ....

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ٻاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنیٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَـڙهَندڙ نَسُل) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـڙهَندڙ نَسُل جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن کو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن کو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)